

اهلسنت وجماعت ۽ خانقاهه عاليه پيران پاڳاره
جو ديني، روحاني، علمي، ادبي ۽ فڪري ترجمان

# ماهوار الراشد
پيرجوڳوٺ

بياد امام العارفين حضرت پير سائين سيد محمد راشد روزي ڌڻي قدس سره

بفيضانِ نظر محسنِ ملت حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه ثاني قدس سره

بسرپرستي سيدنا و مرشدنا حضرت پير سائين پاڳارا دامت برڪاتہ

شمارو نمبر 305 - ذوالحج ۱۴۴۳هه، جولاءِ 2022ع




**هديو: 80 روپيا، سالانو 800 روپيا**



سڪندريه پبليڪيشنز
جامعه راشديه درگاهه شريف
پيرجوڳوٺ (ڪنگري) ضلع خيرپور، سنڌ.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

أُولَٰئِكَ هُمُ الرَّاشِدُونَ ، فَضْلًا مِنَ اللّٰهِ وَنِعْمَةً (القرآن)

الصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَاسَيِّدِي يَا رَسُولَ اللّٰهِ وَعَلٰى آلِكَ وَاَصْحَابِكَ يَاسَيِّدِي يَا حَبِيبَ اللّٰهِ

ماهوار الرَّاشِد پيرجوڳوٺ
شمارو نمبر 305 - ذوالحج ١٤٤٣ھ، جولاءِ 2022ع

## فهرست مضامين



لکپڙهه، رابطي ۽ مواد موڪلڻ لاءِ
مرڪزي دفتر، جمعيت علماءِ سڪندريه - جامعه راشديه، درگاهه شريف پير جو ڳوٺ (ڪنگري) ضلعو خيرپور، سنڌ
Cell: 0300-3193805, 0300-3794013, 0300-3354232
Email: yousifbhanbhro@gmail.com

اداريو

# لَبَّيۡكَ اللّٰهُمَّ لَبَّيۡكَ

”حَج“ اسلام جو پنجون اهم رُڪن آهي. ذوالحج شريف ۾ دُنيا جا لکين مسلمان، اسلام جي انهيءَ اهم ترين فريضي جي سعادت حاصل ڪندا آهن. ”حَج بيت الله“ هڪ مقدس سفر ۽ جامع عبادت سان گڏ اُمت مسلمہ جي هڪ عالمگير اجتماع جو نالو آهي. بيت الله شريف تمام عالم اسلام جو ديني ۽ رُوحاني مرڪز ۽ قِبلو آهي. جِتي هر ملڪ، هر ٻولي، هر رنگ، هر نسل ۽ هر مسلڪ جا ماڻهو هڪ ئي سفيد احرام جي لباس ۾، لبيڪ جي هڪ ئي صدا سان گڏجي طواف ۽ حج جا ارڪان ادا ڪندي اسلامي ملي وحدت جو ايمان افروز ۽ خوبصورت منظر پيش ڪندا آهن. ”اي الله! اي اسان جا پالڻهار! اسان حاضر آهيون، تنهنجو ڪو بہ شريڪ ناهي، اسان حاضر آهيون، بيشڪ سموري حَمد، نعمت ۽ بادشاهي تنهنجي آهي، تنهنجو ڪو شريڪ ناهي، اي اسان جا الله! اسان حاضر آهيون.“

حَج جي هن مقدس سفر ۾ وک وک تي الله پاڪ جي عظمت ۽ جلال جا جلوا آهن تہ الله جي محبوب ٻانهن جا يادگار نِشان بہ آهن. قرآن مجيد ۾ ”شعائر الله“ جي ادب ۽ تعظيم ڪرڻ کي قلبي تقويٰ سڏيو ويو آهي. بيت الله شريف جي زيارت ۽ طواف وقت واحد القهار رب ڪريم جي بزرگي، عظمت ۽ جلال کي ظاهري ۽ باطني طور باقاعده محسوس ڪبو آهي تہ رحيم ۽ ڪريم ربّ کان بخشش جي برسات گهرندي ڏوهن جا ڏونگر ڏرندي بہ محسوس ٿيندا آهن. صَفا ۽ مَروه جي وچ ۾ ڊوڙندي حضرت امان حاجره واري تڙپ کي ڪير بيان ڪري نٿو سگهي پوءِ بہ پالڻهار پنهنجي ٻانهيءَ جي انهيءَ اَدا کي قيامت تائين زندهہ فرمائي ڇڏيو آهي. اهڙي طرح آب زم زم پيئندي قيامت جي اُڃ ۾ تشنگي جو احساس پڻ لهندي محسوس ٿيندو آهي.

مقام ابراهيم وٽ نفل پڙهندي، بيت الله شريف جي تعمير ۾ حضرت ابراهيم خليل الله ۽ حضرت اسماعيل عليهما السلام جو تصور اکين آڏو ترندو آهي يا مِنيٰ ۾ مزدلفہ ڏي ويندي هڪ اهڙي قرباني جو تصور جڏهن آسمان جون دَريون کولي ملائڪ بہ جڻ مَحوِ حيرت هُئا. اها قرباني سنت ابراهيمي طور اُمت محمدي لاءِ يادگار عبادت بڻجي وئي آهي. حَج جي سفر ۾ حضور سيد عالم ﷺ جن جي زندگي مبارڪ بہ اکين آڏو اچي ٿي، مڪ معظمہ جتي سندن ميلاد شريف ٿيو پاڻ ننڍا تي وڏا ٿيا. وَحي نازل ٿي ۽ پاڻ اعلان نبوت ڪيائون تہ سندن زندگي مبارڪ ۾ آزمائشن، امتحانن ۽ تڪليفن جا پهاڙ حائل ٿيا، ليڪن پاڻ ارادي، توڪل، سهپ، صبر ۽ يقين ۾ ڪامل ترين هئا. حضور ﷺ جن کي پنهنجي گهر ۽ هِن مڪي پاڪ جي سرزمين کي الوداع ڪرڻو پيو ۽ مديني شريف وارن محبوب ڪريم جو استقبال ڪندي، سندن راهہ ۾ نيڻ وڇايا ۽ آخر اهو بہ وقت آيو جڏهن پاڻ ڏهہ هزار جانثار اصحابن سڳورن سان فاتح جي صورت ۾ واپس مڪي پاڪ ۾ داخل ٿيا. فضائن ۾ ”جاءَ الحَقُّ وَزَ هق الباطل“ جا نعرا گونجڻ لڳا، دين اسلام جو نور، دُنيا جي ظلمت گَدي تي حاوي ٿيو ۽ دُنيا کي ڪُفر، شرڪ ۽ ظلم کان آزادي نصيب ٿي. حَرمين جو مَسافَر هڪ هڪ لمحي ۽ موقعي تي چشم تصور سان ڄڻ صدين جو سفر طئي ٿو ڪري وٺي. آخر ”حجة الوداع“ جو منظر، جِتي حضور خاتم النبيين ﷺ جن ناقتہ القصواء تي سوار خطبہ حجة الوداع جي صورت ۾ عالم انسانيت کي عدل، انصاف، محُبت ۽ مساوات جو اهڙو عالمگير پيغام ڏيئي رهيا آهن، جنهن تي عمل ڪرڻ ۾ نہ رڳو امت مسلمہ بلڪ تمام عالم انسانيت جو آجپو عروج ۽ بقا آهي.

# رَاشِدُ التَّفاسِير

## قرآن مجيد جا تفسيري نُڪتا (3)

از: پير سائين روضي ڌڻي قدس سره

پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره قادري سلسلي جو شيخ طريقت هئڻ سان گڏ هڪ رباني عالم دين، مفسر، محدث، مجتهد ۽ فقيهه هيو. قرآن مجيد جي مُفسر طور ڏسجي ته پاڻ فن تفسير جو زبردست ماهر ۽ علم تفسير جي اصولن ۽ باريڪين جو وڏو ڄاڻو هو. سندن ڪتب خاني ۾ تفسير جا اهم ۽ امهات الڪتب موجود هيا. پاڻ جنهن نموني قرآن مجيد جي آيتن جو تفسير بيان ڪندا هئا، ان جو هڪ الڳ ۽ منفرد انداز هيو جنهن جا انيڪ ۽ اڻ ڳڻيا آثار سندن تصنيفات، مڪتوبات توڙي ملفوظات ۾ موجود آهن. ان ڪري ضروري آهي ته "پير سائين روضي ڌڻي بطور مُفسر قرآن" جي موضوع تي تحقيق ڪجي ۽ سندن اعليٰ علمي شخصيت ۽ تبحر علمي جي هن اهم رُخ کي واضح ڪجي. قرآن مجيد جي عُلوم ۽ تفسيري نُڪتن جي حوالي سان پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي علمي ۽ عرفاني فيضان جي سمنڊ مان چونڊ افادات ۽ نڪتا هتي سلسلي وار ڏئي رهيا آهيون ۽ انهيءَ سلسلي جو عُنوان سندن اسم مبارڪ جي نسبت سان "راشد التفاسير" رکيو ويو آهي.

(ايڊيٽر)

اَعُوذُ بِاللهِ مِنَ الشَّيطٰنِ الرَّجِيمِ

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ

الٓمٓ ذٰلِكَ الْكِتٰبُ لَا رَيْبَ فِيْهِ هُدًى لِّلْمُتَّقِيْنَ (سورت البقره: 1)

### قرآن مجيد ۾ هر شيءِ جو بيان آهي:

جڏهن آيت سڳوري:

وَلَا رَطْبٍ وَّلَا يَابِسٍ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ (انعام: ٥٩)

(ڪا به آلي ۽ ڪا به سُڪي شيءِ اهڙي ڪانهي، جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ ٿيل نه هجي).

نازل ٿي، تڏهن اها آيت شريف ٻڌي ابو جهل، حضرت پيغمبر ڪريم ﷺ جي حضور ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو ته مون کي ڏيکار ته منهنجي ٻچي ڏاڙهي جو ذڪر قرآن شريف ۾ ڪٿي آيل آهي؟ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو ته،

تنهنجي ڏاڙهي جو ذڪر قرآن شريف ۾ موجود آهي ۽ هيءُ آيت پڙهيائون:

والذي خبث لايخرج إلا نكدا (اعراف: ٥٨)

(جيڪا پليت ۽ ڪلراٺي زمين آهي، سا نٿي اوپڙائي ڪو گاهه، مگر ٿورڙو ۽ بي فائدو، جنهن مان ڪو نفعو وٺي نه سگهي.") پاڻ ڪريمن ﷺ انهيءَ آيت سڳوري مان ابو جهل جي ٻُچي ڏاڙهي جو نشان ڏنائون.

## قرآن مجيد مان شفا جو تعويذ:

سيد اول شاهه نقل ٿو ڪري ته هڪ ڏينهن حيدرآباد جي قلعي ۾ حضرت پير سائين قدس سره کي قاضي حافظ محفوظ رحمة الله عليه عرض ڪيو ته حضرتا! هڪ ڏينهن هڪ عورت مون کان سوال ڪيو ته اي قاضي! قرآن مجيد ڏسي منهنجي پُٽ لاءِ تعويذ لکي ڏئي؟ جڏهن مون ان کي تعويذ لکي ڏنو تڏهن چيائين ته قرآن مجيد ۾ ڏئي ته منهنجو پُٽ شفاياب ٿيندو يا نه؟ مون چيو ته قرآن شريف ۾ تنهنجي پُٽ جو ذڪر نه آهي. اهو ٻڌي پير سائين روضي وارن قدس سره فرمايو ته" ائين چو چيئي."؟ حالانڪ الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ هر شيءِ جو ذڪر آندو آهي، هي آيت سڳوري ان ڏانهن اشارو ۽ دلالت ڪري ٿي:

وَلَا رَطْبٍ وَّلَا يَابِسٍ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ (سورة انعام: آيت ٥٩)

(يعني: "ڪا به آلي ۽ ڪا به سُڪي شيءِ نه آهي، مگر چٽي ڪتاب ۾ ان جو ذِڪر موجود آهي."

## تراويح ۾ قرآن مجيد جو ختم ۽ راڳ وانگر قرات:

خليفي اميد علي رحمة الله عليه کان نقل آهي ته، هيڪر رمضان شريف جي مهيني ۾ قاضي محفوظ رحمة الله عليه درگاهه مبارڪ تي قرآن شريف جو ختمون پڙهندو هو ۽ پاڻ پير سائين سيد محمد راشد روضي وارا قدس سره سندس پويان قرآن مجيد ٻُڌندا هئا. پوءِ ختمي جي شروعات ڪرڻ مهل قاضي محفوظ کي امر فرمايائون ته "قرآن ڪريم جي قرات سُر سان راڳ وانگر نه ڪرڻ گهرجي، بلڪ سَرسري پڙهڻ گهرجي."

## قرآن مجيد مان نيڪ فال وٺڻ:

حضرت سيد آدم بِنوري قدس سره (جيڪو نقشبندي طريقي جي مشائخن مان ۽ امام رباني قدس سره جي خليفن مان آهي.) جڏهن حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي روضئه اطهر جي زيارت کان مشرف ٿيو ته ڪجهه مُدت رهڻ بعد مُريدن عرض ڪيو ته حضرتا! هاڻ وطن ڏانهن واپس ورڻ جو ارادو ڪرڻ گهرجي! حضرت سيد آدم بنوري قدس سره فرمايو ته وڃو مَدينه شريف جي ٻارن کان ڪا نيڪ فال وٺو؟ ان ڪانپوءِ ڪي مريد ٻاهر نڪري مديني شريف جي ٻارڙن کي ڏسڻ ويا ته اهي راند پيا ڪن ۽ چون پيا ته:

يَا آدَمُ اسْكُنْ أَنْتَ وَزَوْجُكَ الْجَنَّةَ (بقره: ٢٥)

(يعني: اي آدم تون ۽ تنهنجي گهرواري جنت ۾ رهو).

اها حقيقت واپس اچي خدمت ۾ پيش ڪيائون. خواجه آدم بنوري قدس سره فرمايو ته هاڻي اسان کي هتي ئي رهڻ جو حُڪم ٿيو آهي، توهان وڃو توهان کي اجازت آهي. ان ڪانپوءِ سيد آدم بنوري قدس سره مدينه شريف ۾ وفات ڪئي ۽ جنت البقيع ۾ آرامي ٿيو حضرت امير عثمان غني رضي الله عنه جي روضي مبارڪ جو ڏاکڻيون مينارو سندس مزار تي پاڻي وسائي ٿو."

(هلندڙ)

# دَرسِ حديث ۽ دَرسِ مَلفوظات

## ايماني نور، پُل صراط ۽ دوزخ جي باهه

حضرت امام ابو القاسم، سليمان بن احمد بن ايوب طبراني رحمة الله عليه (260هه_360هه) "معجم ڪبير" ۾ هيءَ حديث بيان ڪئي آهي ته حضرت خالد بن دُريڪ، حضرت يعلي بن مُنيہ رضي الله عنه کان روايت ٿو ڪري ته مون حضور ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو:

تَقُولُ جَهَنَّمُ لِلْمُؤْمِنِ يَوْمَ الْقِيَامَةِ: جُزْ يَا مُؤْمِنُ فَقَدْ أَطْفَأَ نُورُكَ لَهَبِي

يعني: قيامت جي ڏينهن جهنم مومن پانهي کي چوندي ته جلد لنگهي وَڃ اي ايمان وارا! بيشڪ تنهنجو نُور منهنجي باهه کي وسائي ٿو. (المعجم الڪبير للطبراني: ص 258_259، جلد 22)

ان حديث کي مختلف طريقن سان، امام بيهقي، امام ابو نعيم اصفهاني، امام سيوطي، امام حڪيم ترمذي "نوادرالاصول" ۾ ۽ امام محمد غزالي "احياءُ العلوم" ۾ بيان ڪيو آهي.

حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن فرمايو ته "حديث شريف ۾ آيل آهي ته جڏهن مومن دوزخ جي مٿان پُلصراط تان قيامت جي ڏينهن اچي لگهندا تڏهن دوزخ فرياد ڪندو ته:

"رُحِ رُح يا مومن! ان نورڪ لَيطفي ناري"

يعني: "اي مومن! جلد لنگهي وڃ، ڇو ته تنهنجو نور منهنجي باهه اُجهائي ٿو وجهي."

پوءِ پاڻ فرمايائون ته "دُنيا وارن جا خيالات به دوزخ جي مثال آهن، پوءِ جڏهن ڪنهن اهلِ ڪمال جي صحبت ۾ ٿا اچن تڏهن سندن خراب خيالن وارو دوزخ، ڪمال وارن جي صحبت واري نور سان اُجهامي ٿو وڃي، جيئن اهڙن ڪماليت وارن جي لاءِ حديث شريف ۾ فضيلت بيان ٿيل آهي ته:

اِذَا رُؤُو ذُكِرَ الله

يعني: "اهي پانها جن جي ڏسڻ سان الله ياد ايندو آهي." (مجمع الفيوضات_ باب چوٿون_ فصل پيون_ مُرشد جي صحبت_ نقل نمبر:19)

## ڪافي سُر سسئي

### پير سائين روضي ڌڻي قدس سره

**ٿلهه: هوت اسان کي حَج، ڪعبو مُنهن قريب جو**

- دامن وٺي دوست جي، غازي وينو گَجُ
- ڏسڻ ڦُوت ڏکين کي، رويت آهي رَج
- ان اوليائي تحت قبائي، اهو سِرّ سمهج
- اڳڻ آيا سُپرين، عيد اسان کي اَڄُ

(2)

## ڪافي سُر سسئي

### پير سيد گوهر شاهه "اصغر سائين" قدس سره

**ٿلهه: روئي وهايم رُود، جيان فرهاد فراق ۾**

- چولي چيهاڙون ڪيم، ڳمرسين ڪوڻ ڪود
- سُٺي سَڏ سَقيم جا، آريءَ ڪر تون عود
- پاٽي پنبڙين مَٺن، هاري پريم هود
- ڏير جي ڏُورئون آئيا، نيهن ريءَ هٽڙا نود

The Holy Prophet Hazrat Muhammad ﷺ Said: "On the Day of Resurrection, Hell will say to the believer: Recompense, O believer, for your light has quenched my flame."

(Malfuzat of Pir Sayed Muhammad Rashid Rozay Dhani).

# حَجّ بَيتُ الله جو فلسفو

**حافظ ارشاد احمد سڪندري**

حَج جي لفظي معنيٰ آهي ”زيارت جو ارادو ڪرڻ“، ليڪن شرعي اصطلاح ۾ ”ڪعبة الله شريف جي زيارت جو ارادو ڪرڻ آهي.

حج شريف 9 هجري ۾ فرض ٿيو ۽ حَج اسلام جي پنجن بُنيادي رُڪنن مان هڪ رُڪن آهي، جيڪو زندگي ۾ هڪ ڀيرو هر اُن شخص تي فرض ڪيو ويو جيڪو بيت الله شريف تائين پهچڻ جي استطاعت ۽ سگهه رکندڙ آهي.

حضور سرور ڪونين ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص سواري ۽ خرچ پکي جي طاقت رکڻ باوجود بيت الله شريف جو حَج نٿو ڪري تہ ان جو ان حال ۾ مرڻ، يهودي تي مرڻ جي برابر آهي. هتي حَج سان وابسطہ ڪجهہ اصطلاحن ۽ عَملن جو جائزو ڏجي ٿو.

(1) **احرام**: اسلام جي وَحدت ۽ اتحاد و اتفاق واري تصوّر جو عملي رُوپ احرام جو لباس آهي. بادشاهہ ۽ عام ماڻهو عَربي ۽ عجمي ۽ هر مُلڪ ۽ هر علائقي جا ماڻهو احرام جي لباس ۾ اسلام جي هڪ ئي عالمي رياست ۾ انساني مساوات ۽ برابري جو نظارو پيش ڪندا آهن. احرام پائڻ بعد شرعي احڪام ۽ پابنديون هر هڪ مسلمان لاءِ نفس جي تربيت، ضابطي ۽ امن ۽ سلامتي جو سَبق سيکاريندڙ آهن تہ ڪَفن جي لباس ۽ محشر جي ميدان جو ڏيک ياد ڏياريندڙ آهن.

(2) **طواف**: الله پاڪ جي رضا لاءِ پاڻ کي قربان ڪرڻ جي جذبي ۽ الاهي احڪامن جي چوڌاري پوري زندگي گذارڻ جو سبق طواف ۾ پوشيده آهي. جيئن شمع جي چوڌاري پروانو چڪر لڳائيندي، آخر ۾ پاڻ کي شمع تي قربان ڪندو آهي، اهو ئي طواف جي لاءِ تخيل ۽ تصور ڪافي آهي. ڪعبي جي طواف وقت لکين مسلمانن جو پاڻ ۾ هڪ ۽ مُتحد ٿيڻ جو منظر، اسلام دشمن طاقتن جون ننڊون حرام ڪرڻ لاءِ بہ ڪافي هوندو آهي.

(3) **حِجرِ اسود**: حِجر اَسود جنتي پٿر آهي، جنهن کي ڪائنات جي ڪارڻي، عربي ڄام ﷺ پنهنجي مبارڪ هٿن سان نَصب ڪري چُمي ڏني. حِجر اَسود کي ڇُهڻ ۽ چُمڻ جو تصور الله ﷻ ۽ ان جي رسول ﷺ جي محبت ۽ اطاعت جو دَرس ڏيندڙ آهي.

(4) **سَعي**: صَفا ۽ مَروه جي وچ ۾ ڊوڙڻ، انهيءَ عزم ۽ يقين جو اظهار آهي تہ مون کي الله پاڪ ڏي ڊوڙڻو آهي ۽ الله جي محبت ۽ معرفت حاصل ڪرڻي آهي. الله جي خليل، الله جي ذبيح ۽ الله جي حبيب جو رستو ئي منهنجو رستو آهي.

(5) **رَمي جمرات**: جَمرات کي پٿريون هڻڻ مَهل، حضرت انسان سان ابليس لعين جي دائمي دشمني کي ياد ڪرڻ آهي تہ شيطان انسان جو چِٽو دشمن آهي، اسان کي زندگي جي هر موڙ تي شيطاني رستن کان بچڻو آهي، شيطان کان نفرت ۽ حقارت جو اظهار ڪرڻو آهي تہ هڪ مومن مسلمان جي زندگي جي مڙني معاملات ۾ شيطان ابليس جو ڪو بہ عمل دَخل نہ هوندو.

(6) **قُرباني**: قُرباني ان ڳالهہ جو خاموش اقرار آهي تہ مون کي پنهنجي اَنا، حيوانيت ۽ نفساني خواهشن کي الله پاڪ جي حُڪم واري ڇُري سان ذبح ڪرڻو آهي. الله پاڪ جي امر تي سندس ڏنل جان ۽ مال کي قُربان ڪرڻو آهي. پنهنجي زندگي ۾ هر اهو عمل ڪرڻو آهي، جنهن سان الله پاڪ جو قُرب ۽ تقرب حاصل ٿئي. ”حَج بيت الله“ شريف جا بي شمار ديني، رُوحاني اخلاقي، مُعاشي ۽ اجتماعي پَهلو آهن، جن ۾ قدم قدم تي انسان ذات جي بهتري ۽ ڀلائي جا راز سمايل آهن.

# قرباني جي فضيلت ۽ ان متعلق ڪجھ مسئلا

**مولوي علي نواز پنيرو سڪندري**

قرآن شريف ۾ ارشاد آهي:

فصلِّ لِرَبِّکَ وانحر. صدق الله العظيم

ترجمو: پوءِ نماز پڙهہ تنهنجي رب جي لاءِ ۽ قرباني ڪر.

حضرت ابراهيم عليہ السلام جي قرباني الله تعالي کي تمام گهڻي پسند آئي ۽ هن امت جي صاحب نصاب تي واجب فرمائي ڇڏيائين. اهو الله تعالي جو محبوب ڪريم ﷺ جي امت سان قرب آهي، جو جيڪا شيءِ پسند آئي هن امت کي تحفو ڪري ڏنائين.

## قرباني جي معني ۽ مقصد:

قرباني جو لفظ قرب مان ورتل آهي. قرب جي معني آهي ويجهڙائپ-قرباني ڪرڻ وارو بہ الله تعالي جو قرب حاصل ڪري ٿو ان جي ڪري ان عمل کي قرباني سڏيو وڃي ٿو. عربي ۾ انکي اضحيہ بہ سڏيو ويندو آهي. شرعي اصطلاح ۾ مخصوص جانور کي مخصوص ڏينهن ۾ الله تعالي جي قرب حاصل ڪرڻ لاءِ ذبح ڪيو وڃي انکي قرباني يا اضحيہ چيو ويندو آهي.

**حديث**: حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ حضور اڪرم ﷺ فرمايو تہ يوم النحر (ڏهہ ذوالحج واري ڏينهن) ابن آدم جو ڪو بہ عمل خدا وٽ رت وهائڻ يعني قرباني ڪرڻ کان وڌيڪ پيارو ناهي هوندو ۽ اهو جانور جنهن جي قرباني ڪئي ويندي آهي، اهو قيامت جي ڏينهن پنهنجن سِڱن، وارن ۽ کرن سان گڏ ايندو ۽ قرباني ڪرڻ وقت قرباني واري جانور جو رت زمين تي ڪِرڻ کان پهريان الله تعالي وٽ قبول پئيجي ويندي آهي. تنهن ڪري ان کي خوش دلي سان ڪيو. (ابو داود، ترمذي وابن ماجہ)

**حديث**:حضرت امام حسن بن علي رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضور ﷺ فرمايو: جنهن خوش دلي سان ثواب جي طلب ڪندي قرباني ڪيائين تہ اها قرباني جهنم جي باهہ جي اڳيان پردو بڻجي ويندي آهي. (طبراني)

**حديث**: حضرت براء رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور اڪرم ﷺ فرمايو: اڄ ڏينهن جيڪو ڪم اسان سمورن کي پهريان پهريان ڪرڻو آهي، اهو نماز آهي. ۽ ان کان پوءِ قرباني ڪرڻ آهي. جنهن شخص ائين ڪيو تحقيق اهو اسان جي سنت کي پهتو ۽ جنهن نماز کان پهريان جانور ذبح ڪيو تہ اهو ان جي لاءِ گوشت آهي جيڪو هن پنهنجي گهر وارن لاءِ پهريان کان تيار ڪري ڇڏيائين يعني قرباني سان ان جو ڪو بہ تعلق نہ آهي. (المسند امام احمد بن حنبل).

**حديث**: حضرت ام المومنين سيده عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ حضور اڪرم ﷺ فرمايو تہ سڱن وارو گهيٽو آندو وڃي جيڪو اونداهي ۾ هلندو هجي ۽ اونداهي ۾ ويهندو هجي ۽ اونداهي ۾ ڏسندو هجي محبوبن ڪريمن جي حڪم سان اهڙو گهيٽو آندو ويو پوءِ حضور اڪرم ﷺ فرمايو اي پياري عائشہ ڇري کڻي اچ پوءِ فرمايائون تہ ان ڇري کي پٿر تي تيز ڪر پوءِ حضور اڪرم ﷺ ڇري کڻي گهيٽي کي ليٽايائون ۽ ان کي ذبح ڪيائون ۽ پوءِ پڙهيائون:

بسم الله اللهم تقبل من محمد ﷺ و آل محمد و من امت محمد

يعني: اي الله تون هن کي محمد ﷺ جي طرفان ۽ ان جي آل جي طرفان ۽ ان جي امت جي طرفان قبول فرماءِ. (امام مسلم).

## قرباني جا شرط

1. مسلمان هجڻ. غير مسلم تي قرباني واجب نه آهي.
2. مقيم هجڻ. مسافر تي قرباني واجب نه آهي.
3. نصاب جو مالڪ هجڻ. نصاب قرباني جي لاءِ ڪيترو هجي؟ مطلب ايترو مال هجڻ جنهن سان مٿس صدقه فطرو واجب ٿيندو آهي.(باقي اهو نصاب مراد نه آهي جنهن سان زڪوات واجب ٿيندي آهي)
4. آزاد هجڻ. قيدي تي قرباني واجب نه آهي. (اهو به واضح هجي ته مرد هجڻ قرباني جي لاءِ شرط نه آهي، ڇو ته عورت تي به قرباني واجب ٿيندي آهي.)
5. بالغ جو هجڻ شرط آهي يا نه؟ ان ۾ اختلاف آهي (۽ جيڪڏهن نابالغ تي قرباني واجب آهي ته خود نابالغ جي ملڪيت مان قرباني ڪئي ويندي يا ان جو والد پنهنجي ملڪيت مان قرباني ڪندو؟) ان جو جواب ظاهر الروايه ۾ آهي ته نه خود نابالغ تي واجب آهي ۽ نه ئي ان جي طرف کان ان جي والد تي قرباني واجب آهي ۽ ان قول تي فتويٰ آهي. (درِّمختار)

مسئلو: قرباني جي لاءِ جيڪو وقت مقرر آهي ان جي ڪنهن به حصي ۾ شرطن جو لهڻ وجوب جي لاءِ ڪافي آهي. مثلاً: هڪ شخص قرباني جي ابتداء وقت ۾ ڪافر هو. پوءِ مسلمان ٿيو ۽ اجان قرباني جا ڏينهن باقي هئا ته ان تي قرباني واجب ٿي ويندي. اهڙي طرح ٻيا به شرط لڏا وڃن. مثلا. غلام هيو قرباني جي ڏينهن ۾ آزاد ٿي ويو ان جي لاءِ به ساڳيو حڪم آهي. ائين ئي قرباني جي شروعاتي ڏينهن ۾ مسافر هو قرباني جا ڏينهن باقي هئا ته مقيم ٿي ويو ان جي لاءِ به ساڳيو حڪم آهي. اهڙي طرح فقير هو ۽ قرباني جي وقت اندر مالدار ٿي ويو ته ان تي به قرباني واجب ٿي ويندي. (عالمگيري).

مسئلو: قرباني واجب ٿيڻ جو سبب وقت آهي. (يعني قرباني جا ڏينهن) جڏهن اهو وقت آيو وجوب جا شرط لڏا ويا ته قرباني واجب ٿي وئي ۽ ان جا رڪن ان مخصوص جانورن مان ڪنهن کي قرباني جي نيت سان ذبح ڪرڻ آهي. (در مختار)

مسئلو: هڪ شخص وٽ ٻه سؤ درهم هيا، سال پورو ٿيو ۽ ان مان پنج درهم زڪوات ۾ڏنائين هڪ سؤ پنجانوي باقي رهيا ۽ هاڻي قرباني جا ڏينهن آيا ته قرباني مٿس واجب آهي ۽ جيڪڏهن پنهنجي ضروريات ۾ پنج درهم ڪري ها ته قرباني واجب نه ٿي ها. (عالمگيري)

مسئلو: قرباني جي جانورن جي عمر ۾ اُٺ پنج سالن جو ڳئون ٻن سالن جي ۽ ٻڪري هڪ سال جي هجي. جيڪڏهن انهن کان ڪنهن به جانور جي عمر گهٽ هئي ته قرباني جائزنه آهي، انهن کان جيڪڏهن وڏيڪ عمر آهي ته افضل آهي. گهيٽي جي عمر 6 مهينا هجي ۽ پري کان ائين لڳي ته هي سال جو آهي ته ان جي قرباني به جائز آهي. (درمختار)

مسئلو: جنهن جانور جا ڏند نه هجن. يعني اهڙو جانور جيڪو نه گاهه کائڻ جي صلاحيت رکندو هجي. ها اگر گاهه کائڻ جي صلاحيت رکي ٿو ته ان جي قرباني جائز آهي. (بحرالرائق

ج 8 ص323) يا جنهن جا ٽڻ ڪٽيل هجن يا خشڪ هجن ان جي قرباني ناجائز آهي ۽ ٻڪري جي هڪ ٽڻ جو خشڪ هجڻ قرباني جي ناجائز هجڻ لاءِ ڪافي آهي.

مسئلو: جانور جنهن وقت خريد ڪيو هيائين ان وقت ان ۾ عيب نه هيو جنهن جي ڪري قرباني ناجائز ٿيندي آهي بعد ۾ اهو عيب پيدا ٿيو ته جيڪڏهن اهو شخص مالڪ نصاب آهي ته ٻئي جانور جي قرباني ڪري جيڪڏهن مالڪ نصاب نه آهي ته انهيءَ جانور جي قرباني ڪري. هي ان وقت آهي جو ان فقير پهريان کان پنهنجي ذمي قرباني واجب نه ڪئي هجي ۽ جيڪڏهن ان باس باسي آهي ته ٻڪري جي قرباني ڪندس ۽ باس پوري ڪرڻ جي لاءِ ٻڪري خريد ڪيائين ان وقت ٻڪري ۾ اهڙو عيب نه هيو پوءِ عيب ٿي پيو ان صورت ۾ فقير جي لاءِ به اهيو ئي حڪم آهي جو ٻي جانور جي قرباني ڪري. (الهدايه ڪتاب الاضحيه ردالمختار)




# تڪبيرات تشريق

**- فقير محمود احمد گجو**

نائين ذوالحج جي فجر نماز کان وٺي تيرهن ذوالحج جي عصر نماز تائين ، هر نماز جي فرض کان بعد فورن تڪبير تشريق هڪ ڀيرو چوڻ واجب ۽ ٽي ڀيرا چوڻ افضل آهي

**تڪبير تشريق جا الفاظ:**

الله اڪبر الله اڪبر لااله الا الله والله اڪبر الله اڪبر ولله الحمد

علامه عبدالحي لکنوي رحمة الله عليه فرمايو آهي ته جڏهن حضرت سيدنا جبرئيل عليه السلام جنت مان دنبو ڪٺي نڪتو تڏهن ڪيس خيال آيو ته متان حضرت سيدنا ابراهيم عليه السلام رب تعالي جي حڪم تي عمل ڪرڻ لاء بيتاب ٿي پنهنجي پٽ کي ذبح ڪري وٺي ۽ آئون دنبو پهچائڻ کان قاصر رهجي وڃان! ان ڪري حضرت سيدنا جبرئيل عليه السلام "الله اڪبر الله اڪبر" چيو ته جيئن حضرت سيدنا ابراهيم عليه السلام ان کي ٻڌي تيستائين آئون تيز رفتاري سان پهچي وڃان! اهي اڪر حضرت سيدنا ابراهيم عليه السلام ٻڌي چيو: لااله الاالله والله اڪبر "اهو ٻڌي حضرت سيدنا اسماعيل عليه السلام چيو ته الله اڪبر ولله الحمد" پاڻ ڪريم ﷺ جن ڏاڍي مينهن پوڻ جي ڪري صرف هڪ دفعو عيد جي نماز مسجد نبويءَ ۾ ادا ڪئي، باقي عمر شهر کان ٻاهر کلي ميدان ۾ عيد نماز ادا ڪندا هئا, تنهن ڪري اسان کي به پنهنجي محبوب پيغمبر ﷺ جي سنت موجب عيد گاهه ۾ وڏي اجتماع سان عيد نماز ادا ڪرڻ گهرجي، ته جيئن اخوت، اتحاد ۽ ڀائيچارو قائم رهي.

(حوالو: ارشاد الفقه ۽ تحفت المومنين)

# وُضوء جا فائدا ۽ برڪتون

عبدالنبي شر سڪندري ـ ٽري ميرواهه

وضوءَ ۽ پاڪائي نماز جي ڪنجي آهي، وضوءَ جا مسائل پنهنجي جاءِ تي پر اڄ جي هن مضمون ۾ وضوءَ جا فضائل پيش خدمت آهن:

## وضوءَ اڌ ايمان آهي:

(1) ابو مالڪ اشعري رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو وضوءَ اڌ ايمان آهي. (مشڪوة المصابيح حديث نمبر: ٢٨١ سنن دارمي حديث نمبر ٦٥٣).

(2) حضرت ابوهريرة رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو: بيشڪ منهنجي امت کي قيامت جي ڏينهن ان حالت ۾ سڏيو ويندو جو انهن جا چهرا، هٿ ۽ پير وضوء جي آثارن جي ڪري چمڪندا هوندا. پوءِ توهان مان جيڪو شخص پنهنجي سفيدي کي ڊيگهه ڏيڻ چاهي ته اهو ائين ڪري (الجامع الصحيح للنجاري حديث نمبر ١٣٥ ج ص ٨٦).

ان حديث مان معلوم ٿيو ته وضو ڪندڙن جا قيامت جي ڏينهن وضوء وارا عضوا سفيد، روشن ۽ چمڪندڙ هوندا ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم پنهنجي امت کي ان نشانيءَ سان سڃاڻيندا ۽ سندن شفاعت ڪندا ته انهيءَ کي پنهنجي اها سڃاڻ قائم رکڻ گهرجي، جو نماز جي پابندي ڪري ڇو جو نماز جي پابندي ڪندو ته وضوء به ڪندو.

## گناهن جي بخشش:

(3) حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو: جنهن نماز لاءِ ڪامل طريقي سان وضوء ڪيو پوءِ فرض نماز لاءِ هليو ۽ مسجد ۾ جماعت سان نماز پڙهي ته ان جا اڳيان گناهه بخشيا ويندا. (مسلم شريف ج ١، ص ١٢٢، ڪتاب الطهارت).

(4) حضرت عثمان رضي الله کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو: جنهن سهڻي طريقي سان وضوء ڪيو (يعني مسنون طريقي سان) ان جا گناهه ان جي جسم مان نڪري ويندا تان ته ننهن جي هيٺان به نڪري ويندا. (مشڪواة المصابيح: حديث نمبر ٢٨٤).

(5) حضرت ابو هريرة رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو: ڇا مان توهانکي اهڙو عمل نه ٻڌايان: جنهن سان گناهه ميٽجن ۽ درجا بلند ٿين؟ صحابه ڪرام عرض ڪيو ها يا رسول الله صلي الله عليه وسلم! پاڻ فرمايائون: جنهن وقت وضوء ڏکيو محسوس ٿئي ته ان وقت ڪامل طريقي سان وضوء ڪرڻ ۽ مسجدن ڏانهن گهڻيون وکون کڻڻ. (ڏکيو هجڻ جو مطلب آهي ته وضوء کي سنتن ۽ مستحبات سميت ادا ڪرڻ پاڻي جي قلت هجي يا ٿڌ ۾ وضوء ڪرڻ.) (مشڪواة المصابيح: حديث نمبر ٢٨٢).

(6) حضرت ابو هريرة رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو: مسلمان ٻانهون جڏهن وضوء ڪندو آهي ۽ جڏهن منهن ڌوئيندو آهي ته ان جي چهري جا گناهه پاڻيءَ سان گڏ نڪري ويندا آهن ۽ جڏهن هٿ (ٻانهون)

ڌوئيندو آهي تہ ان جي هٿن جا گناهہ پاڻيءَ جي قطرن جي سان گڏ نڪري ويندا آهن. تان تہ گناهن کان پاڪ ٿي ويندا آهن.(سنن دارمي حديث نمبر: ٧١٨).

## سخت سيءَ ۾ وضوءِ ڪرڻ:

(7) حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو: جيڪو سخت سيءَ ۾ ڪامل وضوءِ ڪري ان لاءِ ٻيڻو ثواب آهي. (الترغيب والترهيب المنذري: حديث نمبر ٣٥٦).

## وضوءِ بعد نماز پڙهڻ:

(8) سيدنا عقبہ بن عامر کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو: جيڪو مسلمان سهڻي طريقي سان وضوءِ ڪري پوءِ ٻہ رڪعتون نماز ظاهري ۽ باطني آداب سان پڙهي ان لاءِ جنت واجب ٿي ويندي.(مشڪواة المصابيح: حديث نمبر ٢٨٨).

## وضوءِ مٿان وضوءِ ڪرڻ:

(9) حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم فرمايو: "وضوءِ تي وضوءِ ڪرڻ نور علي نور آهي." (مڪاشفت القلوب غزالي: ص ٢٢١).

هڪ ٻي روايت ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو جنهن (نماز لاءِ) وضوءِ تي وضوءِ ڪيو ان لاءِ ڏهہ نيڪيون لکيون وينديون. . (مشڪواة المصابيح: حديث نمبر ٢٩٤).

## هميشہ باوضوءِ رهڻ:

(10) حضرت ثوبان رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو تہ "هميشگي ڪندو وضوءِ تي مگر مؤمن." يعني هڪ مومن هميشہ وضوءِ سان هوندو آهي. حضرت عمر رضي الله عنہ فرمائن ٿا هر وقت وضوءِ ۾ رهڻ سان شيطان ان کان پري رهندو. .(ابنِ ماجہ: حديث نمبر ٢٧٧).

حضرت مجاهد فرمايو: ڪوشش ڪري ٻانهو هر وقت پاڪائي، ذڪر ۽ استغفار ۾ مشغول هجي ڇو تہ روح جنهن حالت ۾ قبض ٿيندو انهي حالت ۾ قبرن مان اٿڻ وقت هوندو. (مڪاشفت القلوب غزالي: ص ٢٢٢).

(11) نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم حضرت بلال رضي الله عنہ کي فرمايو تہ مان گذريل رات جنت ۾ داخل ٿيس ۽ پنهنجي اڳيان تنهنجي جتيءَ جا کڙڪا ٻڌم؛ حضرت بلال عرض ڪيو تہ يارسول الله! جڏهن بہ اذان ڏيندوآهيان تہ ٻہ رڪعتون نماز پڙهندو آهيان ۽ جڏهن بہ بي وضوءِ ٿيندو آهيان تہ ان وقت وضوءِ ڪندو آهيان. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم فرمايو: انهيءَ عمل جي ڪري توکي جنت ملي. (الترغيب والترهيب المنذري: حديث نمبر ٣١٤).

امام احمد رضا خان فاضل بريلوي عليہ الرحمة فرمائن ٿا:

عارف سڳورا فرمائن ٿا تہ جيڪو شخص هميشہ باوضوءِ رهندو. الله تعاليٰ ان کي ست فضيلتون عطا فرمائيندو: (1) ملائڪ سڳورا ان جي صحبت ۾ رغبت ڪندا، (2) قلم ان جون نيڪيون لکندو رهندو، (3) ان جا عضوا تسبيح ڪندا، (4) تڪبيرا اولي فوت نہ ٿيندي، (5) سمهڻ وقت فرشتا جنن ۽ انسانن جي برائيءَ کان ان جي حفاظت ڪندا، (6) موت جي تڪليفن ۾ آساني ٿيندي، (7) جيستائين وضوءِ سان هوندو الله جي امان ۾ هوندو. (فتاويٰ رضويہ).

## وضوءِ جي حالت ۾ فوت شهيد آهي:

(12) نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم حضرت انس کي فرمايو: "پٽ! جيڪڏهن هر وقت وضوءِ ۾ رهي سگهو ته ائين ڪريو ڇو جو ملڪ الموت جنهن پانهي جو روح وضوءِ جي حالت ۾ قبض ڪندو آهي ته ان لاءِ شهادت لکي ويندي آهي." (ڪنز العمال: حديث نمبر ٢٦٥٦)

## سمهڻ وقت وضوءِ ڪرڻ:

(13) حضرت براء بن عازب رضي الله عليه عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو: جڏهن تون (ننڊ ڪرڻ لاءِ) بستري طرف اچين ته نماز وانگر وضوءِ ڪر ۽ سڄي پاسي تي ليٽي هيءَ دعا پڙهه:

اللّٰهُمَّ أَسْلَمْتُ نفسي إِلَيكَ، وَفَوَّضتُ أمري إِلَيْكَ، وَأَلْجَأْتُ ظَهري إِلَيْكَ، رغبةً ورهبةً إِلَيْكَ، لامَلجأَ ولا مَنجى مِنْكَ إِلاَّ إِليكَ، آمنتُ بِكِتَابِكَ الذِي أَنزَلْت، وَبِنَبِيِّكَ الذِي أَرسَلتَ.

پوءِ جيڪڏهن تون ان رات ۾ فوت ٿي وڃين ته فطرت تي فوت ٿي وڃين (يعني مسلمان ٿي مرندين)

(سنن ابوداؤد. حديث نمبر ٥٠٤٦) (الجامع الصحيح للنجاري حديث نمبر: ٢٤٧. ڪتاب الاذڪار للنوي ص ٨٠ حديث نمبر ٢٦١).

(14) نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم فرمايو: باوضوءِ سمهندڙ شخص روزو رکي عبادت ڪندڙ وانگر آهي. (شهب الايمان ٢٥٩٤).

(15) ابو امامة باهلي رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو جيڪو (ننڊ ڪرڻ لاءِ) پنهنجي بستري ڏانهن وضوءِ ڪري اچي. تان ته ان کي ننڊ اچي وڃي، رات جو پاسو ورائيندي، دنيا ۽ آخرت جي جنهن به ڀلائي جو الله کان سوال ڪندو ته الله ان کي اهو عطا فرمائيندو. (ڪتاب الاذڪار للنووي ص ٨٣ نمبر ٢٨٣. مطبوعه دارالڪتب العلميه بيروت)

(16) ٻي روايت آهي ته جيڪو باوضوءِ ٿي سمهي ٿو ته رات جو جڏهن به اهو شخص پاسو مٽائي ٿو ته فرشتو ان لاءِ دعا ڪري ٿو: اي الله! پنهنجي ان پانهي کي بخش جو پاڪ ٿي ستو هيو. (طبراني ڪبير. حديث ١٣٦٢٠).

شيخ شهاب الدين سهروردي رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته وضوءِ مؤمن جو هٿيار آهي ۽ باوضوءِ شخص شيطان جي حملي ۾ محفوظ رهندو آهي. (عوارف المعارف).

## دل کي به پاڪ ڪجي:

امام غزالي رحمة الله عليه لکن ٿا: پانهي کي سوچڻ گهرجي ته جيئن اعضاء ظاهري کي مون پاڪ ڪيو آهي پر الله جل جلاله جي ڏسڻ جي شيءِ "دل" آهي ان کي به گناهن کان پاڪ ڪيان! جيڪڏهن دل کي پاڪ نه ڪندو ته اهو ائين آهي جو ڪو ماڻهو "بادشاهه" کي مهمان ڪري گهرائي ۽ دروازي کي ته خوب سينگاري، پر بادشاهه جي ويهڻ واري جڳهه گندي ۽ خراب هجي.

قارئين ڪرام! اوهان اندازو ڪيو ته اسلام جون ڪيتريون برڪتون آهن. صرف وضوءِ جو ڪيترو ثواب ۽ فضيلت آهي ته اهي برڪتون تڏهن نصيب ٿينديون جڏهن پانهون نمازي هوندو. ته اسان کي نماز جي پابندي ۽ اسلامي احڪامات تي عمل جي رب ڪريم توفيق عطا فرمائي.

### ١٨ ذوالحج ٣٥ هجري يوم شهادت

# حضرت عثمان ذوالنورين رضي الله عنه

مولانا بشير احمد مگريو سڪندري۔ چور

## نالو، ڪنيت ۽ لقب:

سندن نالو مبارڪ عثمان، ڪنيت ابو عمرو ۽ ابو عبدالله ۽ لقب ذوالنورين آهي ۽ ڪين غني بہ چيو ويجي ٿو. ڇو تہ حضرت عثمان رضي الله عنہ سخاوت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا ۽ فلاحي ڪمن ۾ سيني کان اڳيرا رهندا هئا انهي ڪري غني جي لقب سان نوازيا ويا. يعني، سخي ۽ ذوالنورين لقب جو سبب هي آهي تہ حضور اڪرم نُور مجسّم صلي الله عليہ وسلم جون بہ صاحبزاديون حضرت عثمان غني رضي الله جي نڪاح ۾ آهيون. پهرين حضرت رقيہ رضي الله عنها ۽ ٻي حضرت ام ڪلثوم رضي الله عنها. انهي جي ڪري ذوالنورين جي لقب سان نوازيا ويا. يعني "ٻن نُورن وارا".

## سلسلہ نسب:

حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جو سلسلہ نسب پنجين پيڙهي ۾ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم سان ملي ٿو.

والد جي طرف کان حضرت عثمان رضي الله عنہ بن عفان بن ابو العاص بن اميہ بن عبد شمس بن عبد مناف بن قصي بن ڪلاب بن مره بن ڪعب بن لوي بن غالب آهي ۽ والده جي طرف کان اروي بنت ڪريز بن ربيعہ بن حبيب بن عبد شمس بن عبد مناف بن قصي قرشي اموي آهي. حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي ناني ام حڪيم بيضاء جيڪا حضرت عبدالمطلب رضي الله عنہ جي ڌي هئي ۽ اها حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي والد گرامي حضرت عبدالله رضي الله عنہ سان گڏ پيدا ٿي ان رشتي سان حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي والده حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي چاچي هئي.

## تاريخ پيدائش:

حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي ولادت با سعادت واقعہ فيل جي ڇهين سال (هجرت کان 47 سال پهرين) وادي طائف ۾ قريش جي هڪ ممتاز گهراڻي ۾ ٿي، انجو تعلق بنو اميہ خاندان سان هيو.

## ابتدائي حالات:

حضرت عثمان غني رضي الله عنہ ننڍي هوندي کان ئي ابتدائي تعليم حاصل ڪري ڇڏي هئي جڏهن عرب ۾ لکڻ پڙهڻ جو رواج ئي نہ هو تڏهن پاڻ لکڻ پڙهڻ سکي ڇڏيو هو. تعليم ۽ ترتيب کانپوءِ پاڻ پنهنجي خانداني تجارت جي پيشي سان وابستہ ٿي ويا. پاڻ سڀ کان گهڻي ڪپڙي جي تجارت ڪئي ۽ ٿورڙي ئي عرصي ۾ سندس جو نالو وڏن وڏن تاجرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو.

## قبول اسلام:

حضرت عثمان غني رضي الله عنہ انهن صحابن منجهان آهن جن کي حضرت ابو بڪر صديق رضي الله عنہ اسلام جي دعوت ڏني ۽ پاڻ قديم الاسلام آهن يعني ابتدائي اسلام ۾ ايمان جي دولت سان مالا مال ٿيا. ابن اسحاق فرمايو آهي تہ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ حضرت ابوبڪر صديق، حضرت علي رضہ ۽ حضرت زيد بن حارث رضي الله عنهم کان بعد اسلام آندو.

## حليہ مبارڪ:

ابن عساڪر چند طريقن سان بيان ڪيو آهي تہ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ درميان قد ۽ تمام خوبصورت هئا. رنگ ۾ سفيدي سان گڏ

سرخ بہ هيا جسم مبارڪ جون هڏيون ڀڳهيون هيون. ڪنڌ مبارڪ ويڪرو هيو. پنڊيون مبارڪ پريل هيون. هٿ مبارڪ پريل هيا، انهي تي ڪافي وار هيا ۽ ڏاڙهي مبارڪ تمام گهاٽي هئي. ڏند مبارڪ تمام خوبصورت هيا.

**هجرت:**

قبول اسلام ڪرڻ جي ڪري حضرت عثمان کي طرح طرح جي تڪليفن کي منهن ڏيڻو پيو چو تہ اهي ماڻهو جيڪي اسلام کي ختم ڪرڻ جي لاءِ تيار هئا ان ۾ پنهنجي خاندان جا ماڻهو گڏ هئا، ان جي ڪري انهن جي لاءِ اها ڳالهہ ناقابل برداشت هئي تہ انهي خاندان مان ڪو ماڻهو اسلام قبول ڪري. ڪين پنهنجي خاندان جي ماڻهن برو پلو چيو انهن سان سندن جو چاچو بہ گڏ هو انهن آزمائش جي تڪليفن ۾ پاڻ ثابت قدم رهيا. پاڻ نبوت جي پنجين سال سڀ ڪان پهريان دين حق جي خاطر پنهنجو سڀ ڪجهہ ڇڏي ڪري هڪ قافلو هجرت ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو جنهن ۾ 11 مرد 4 عورتون هيون اهو قافلو حضرت عثمان غني ذوالنورين رضي الله عنہ جي قيادت ۾ حبشہ جي طرف روانو ٿيو. ان سفر ۾ حضرت عثمان غني ذوالنورين رضي الله عنہ سان گڏ پنهنجي زوجہ محترمہ حضرت رقيہ بنت رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم بہ هئي. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ ڪان روايت آهي تہ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ اهو پهريون صحابي آهي جنهن پنهنجي زوجہ محترمہ سان گڏ هجرت ڪئي.

**فضائل و مناقب:**

حضرت طلحہ بن عبيدالله رضي الله عنہ ڪان روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم فرمايو هر نبي جو هڪ رفيق آهي منهنجو رفيق جنت ۾ عثمان هوندو.

هڪ ٻي حديث ۾ آهي تہ حضرت رسول اڪرم ﷺ جڏهن حضرت عثمان غني رضي الله عنہ کي ايندي ڏسندا هئا تہ سني نموني سان ويهندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ "آئون انهي شخص ڪان ڪئين نہ حيا ڪيان جنهن ڪان الله جا فرشتا بہ حيا ڪندا آهن."

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ ڪان روايت آهي رسول اڪرم ﷺ فرمايو "منهنجي صحابن مان عادت جي اعتبار سان حضرت عثمان مون سان وڌيڪ مشابہ آهن."

ابن عساڪر حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما ڪان روايت نقل ڪئي تہ رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمايو حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي شفاعت سان ستر هزار اهڙا ماڻهو بنا حساب جنت ۾ ويندا جيڪي جهنم جا مستحق ٿي چڪا هوندا.

## حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جون ڏهہ اهم خصوصيتون:

تاريخ ابن عساڪر ۾ آهي تہ جڏهن حضرت عثمان غني رضي الله عنہ تي باغين گهر جو گهيرو ڪيو تہ پاڻ گهر ۾ هيا ان وقت پاڻ باغين کي خطاب ڪندي فرمايو تہ منهنجون ڏهہ خصلتون آهن جيڪو منهنجو ربّ ڄاڻي ٿو پر توهان انجو لحاظ ڪونہ ٿا ڪيو.

(1) آئون مردن مان چوٿون آهيان جن پهريان اسلام آندو.

(2) رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم پنهنجي صاحبزادي مونکي عقد نڪاح ۾ ڏني.

(3) جڏهن پهرين صاحبزادي وصال فرمائي وئي تڏهن ٻئي صاحبزادي عقد نڪاح ۾ ڏني.

(4) مون پوري زندگي فحش ڪلام نہ ٻڌو.

(5) مون ڪڏهن بہ برائي جي خواهش نہ ڪئي.

(6) جنهن هٿ سان نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم سان بيعت ڪئي ان هٿ کي اڄ تائين نجاست ڪان پري رکيو ايستائين جو غسل خاني ۾ بي پرده غسل نہ ڪيو.

(7) جڏهن ڪان اسلام آندو آهي اهڙو جمعة المبارڪ نہ گذريو جو غلام آزاد نہ ڪيو هجي.

(8) دور جاهليت ۾ دور اسلام ۾ ڪڏهن زنا نہ ڪئي.
(9) نہ ئي ڪڏهن چوري ڪئي.
(10) دور رسالت ۾ پورو قرآن شريف حفظ ڪيو.

**خلافت:**

حضرت امير المومنين سيدنا عمر فاروق رضي الله عنہ جي وصال مبارڪ کان پوءِ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ پهرين محرم الحرام سن 24 هجري ۾ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جو ٽيون خليفو مقرر ٿيو ۽ سيني صحابن حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي هٿ تي بيعت ڪئي. حضرت عثمان غني رضي الله عنہ ٻارنهن سال تائين خلافت جي ذميواري سنڀالي جنهن ۾ ڇهہ سال نهايت سڪون ۽ اطمينان سان گذاريا ۽ مسلمانن وڏي ترقي ڪئي. ايتري تائين جو تمام گهڻا شهر فتح ڪيا جنهن ۾ آرمينا، قوقاز، خراسان، ڪرمان، سجستان، آفريڪا، قبرص وغيره مگر آخري ڇهہ سال حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي خبر مطابق تہ اي عثمان الله تعالي توکي (خلافت) جي قميص پهرائيندو جنهنکي منافق لاهڻ چاهيندا مگر توهان نہ لاهجو. اهي ڇهہ سال تڪليفن ۾ گذاريا.

**شهادت جي بشارت:**

حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي شهادت جي خبر پهريان ئي ڏيئي ڇڏي هئي. حضرت انس رضي الله عنہ فرمائن ٿا تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم احد جبل تي چڙهيا ان وقت پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم سان گڏ حضرت ابوبڪر، حضرت عمر، حضرت عثمان غني رضي الله عنهم هئا، احد جبل ڏڪڻ لڳو تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم فرمايو "اي احد بيهي وڃ توتي هڪ نبي، هڪ صديق ۽ ٻہ شهيد آهن."

**شهادت:**

باغين حضرت سيدنا عثمان غني رضي الله عنہ جي گهر جو گهيرو ڪيو ۽ اهو گهيرو چاليهہ ڏينهن تائين رهيو. انهن ڏينهن ۾ پاڻ مسجد شريف نہ وڃي سگهيا ان وقت ڪيترن ئي جانثارن اجازت طلب ڪئي. تاريخ دمشق ۾ آهي تہ حضرت سيدنا امام حسن ۽ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما تلوار لهرائي ڪري اجازت گهرڻ آيا. طبقات ابن سعد ۾ آهي تہ حضرت ابو هريره رضي الله عنہ تلوار لهرائي ڪري اجازت گهرڻ آهيو پاڻ فرمايو تہ تلوارن کي اڇلي ڇڏيو آئون توهان جي هٿن ۾ ڪنهن جو خون نہ ٿو چاهيان. تاريخ طبري ۾ آهي تہ حضرت حسّان بن ثابت رضي الله عنہ فرمائن ٿا تہ باغين حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي گهر جو دروازو ساڙي ڇڏيو حالانڪ هي اهو گهر هو جتان ڪو بہ حاجت مند ڪڏهن بہ خالي نہ موٽيندو هو.

**تاريخ شهادت:**

اهو ذو الحج مهيني جي 18 تاريخ 35 هجري جمعہ جو ڏينهن هيو. ان رات حضرت عثمان غني رضي الله عنہ خواب ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي زيارت ڪئي تہ پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم فرمايو "اي عثمان رضي الله عنہ مون وٽ اچي ڪري روزو افطار ڪيو." صبح جو حضرت عثمان غني رضي الله عنہ روزو رکيو هو ۽ انهي ڏينهن عصر جي نماز کان پوءِ جڏهن پاڻ قرآن شريف جي تلاوت ڪري رهي هيا تہ ظالمن مٿن حملو ڪري شهيد ڪري ڇڏيو ۽ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي خون جو پهريون قطرو سورت بقره جي هن آيت شريفہ تي ڪريو.

فَسَيَكْفِيْكَهُمُ اللّٰهُ–وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ

(ترجمو: پوءِ عنقريب ان جي طرف ڪفايت ڪندو الله تعالي ۽ اهو ئي ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي)

18 ذو الحج جمعي جي ڏينهن 35 هجري تي حضرت عثمان غني رضي الله عنہ کي شهيد ڪيو ويو ان وقت سندن جي عمر مبارڪ 82 سال هئي حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي جنازي نماز حضرت زبير رضي الله عنہ جن پڙهائي ۽ کين مديني شريف ۾ جنت البقيع ۾ مدفون ڪيو ويو.



# حُر انسائيڪلوپيڊيا قسط 9



حافظ محمد يوسف پنهورو

**"حُر انسائيڪلو پيڊيا" جو آغاز اڳ ۾ ماهوار "الراشد" ۾ ڪيو ويو هو ۽ اهو سلسلو وچ ۾ منقطع ٿي ويو هو جنهن کي هاڻي اڳتي پيهر شروع ڪيو ويو آهي.**

**ڄام آري**: سسئي پنهون جي داستان ۾ ڄام آري جو ذڪر ملي ٿو. اصغر سائين پنهنجي ڪلام ۾ "آريءَ ڄام" جو ذڪر ڪيو آهي.

**ڄام تماچي**: سما گهراڻي مان، سنڌ جي حڪمران ڄام تماچي، ڄام فيروز اُنڙ (پهرئين) جو پُٽ هو. ڄام تماچي ٻه ڀيرا سنڌ جو حاڪم بڻيو. ڄام تماچي ۽ نوريءَ جو عشقيه داستان سنڌ جي رومانوي داستانن مان اهم داستان آهي. شاهه لطيف "نوريءَ ڄام تماچي" کي سُر ڪاموڏ ۾ ڳايو آهي. پير سائين روضي ڌڻي ۽ اصغر سائين به نوري ڄام تماچي جو ذڪر ڪيو آهي. ڄام تماچي 1292ع ۾ وفات ڪئي ۽ ان جو فرزند ڄام صلاح سنڌ جو حڪمران ٿيو.

**ڄام، ڄاموٽ ۽ ڄامڙا**: سنڌ جي مسهور اديب ۽ ليکڪ علي احمد بروهي جو مشهور ڪتاب آهي. جنهن اديبن، عالمن، سياستدانن ۽ عام ماڻهن جا خاڪا دلچسپ انداز ۾ ڏنل آهن. هن ڪتاب ۾ حُر جماعت سان وابسته حاجي خان حُر جو خاڪو پڻ ڏنل آهي.

**ڄام خان ٽالپر**: مير ڄام خان ٽالپر، جنهن جي نالي سان "ٽنڊو ڄام" شهر مشهور آهي. مير ڄام پير سائين روضي ڌڻي جو مُريد ۽ دعوتي هو. مير ڄام جو ملفوظات شريف ۾ ذڪر موجود آهي.

**ڄامشورو**: صوبي سنڌ جي هڪ ضلعي ۽ هڪ شهر جو نالو آهي. ڄامشوري ضلعي ۾ لڪياري ساداتن ۽ راشدي ساداتن ۽ پيران پاڳاره جي جد امجد حضرت شاهه صدر الدين لڪياري جي درگاهه ۽ روضو "لڪي شاهه صدر" ۾ واقع آهي ڄامشوري ۾ سنڌ جون ٽي اهم يونيورسٽيون سنڌ، مهراڻ ۽ لياقت واقع آهن. حُر جماعت سان وابسته هزارين شاگردن ڄامشورو جي ٽنهي يونيورسٽين مان تعليم پرائي آهي ۽ پرائي رهيا آهن.

**ڄام صادق علي**: ڄام صادق علي ولد ڄام ڪانيو خان 1935ع ۾ ڄام نواز علي ۾ ڄائو ۽ 5 مارچ 1992ع تي وفات ڪيائين. ڄام صادق علي سنڌ جي وزارت اعليٰ دوران وفات ڪئي ۽ ان کانپوءِ سيد مظفر حسين شاهه، کي جرڙاي وارو وزير اعليٰ ٿيو. پُٽي دؤر حڪومت ۾ ڇهه حُرن ۽ شهيد امين فقير مگرئي جي شهادتن ۾ سندس نالو گردش ۾ هو. بعد ۾ پير سائين ڇٽ ڌڻي ۽ حُر جماعت ڪيس معاف ڪيو. ڄام صادق علي آخر تائين پير صاحب شاهه مردان شاهه ۽ حُر جماعت جي ويجهو رهيو.

**ڄام ڪانيو خان**: سنڌ ۾ سخاوت ۽ مهمانوازي ۾ مشهور ڄام ڪانيو خان، 1924ع ۾ پنهنجي پيءُ ڄام ميدا خان جي وفات بعد، ڄام گهراڻي جو امير ٿيو. هيءُ ڄام جوڻي جي اولاد مان هئڻ سبب "جوڻيجا" سڏجن ٿا. ڄام ڪانيو خان حضرت سورهيه بادشاهه جي حُر تحريڪ دوران، هڪ پيري

انگريزجي ظلم خلاف ڳالهايو تہ ڪيس وائسراءِ هندڪان پيغام پهتو تہ توڪي حُرن جي حمايت ۾ ڳالهائڻ تي سخت تنبيهہ ڪيون ٿا. ڄام ڪانيو خان 26 ڊسمبر 1954ع تي وفات ڪئي، کيس بہ پٽ هئا، ڄام منا خان عرف ڄام صادق علي ۽ ٻيون ڄام شير علي.

**ڄام لاکو ڦلاڻي**: سنڌ جي نامور سورمي ۽ بهادر لاکي ڦلاڻي کي شاهہ ڀٽائي "سُر ڏهر" ۾ ڳايو آهي. هو ستن سورمن ۾ ڏهن ڏاتارن مان هڪ هو. پيءُ جو نالو ڄام ڦول هو. ڄام لاکو هڪ اوڏڻ تي عاشق ٿيو ۽ ان سان شادي ڪيائين. بعد ۾ اوڏن کي نوازيائين. پير سائين روضي ڌڻي جي ملفوظات ۾ بہ ڄام لاکي ۽ اوڏن جو ذڪر موجود آهي.

**ڄام گُل محمد سهتو**: ڄام گل محمد ولد ڄام واحد بخش سهتو سياستدان ۽ سماجي اڳواڻ هو "انسائيڪلو پيڊيا سنڌيانا" موجب "حُر تحريڪ کي ڪُچلڻ لاءِ جڏهن انگريز سرڪار ڊفينس آرڊيننس آف برٽش تحت اهم شخصيتن کي گرفتار ڪرڻ شروع ڪيو تہ خيرپور ضلعي مان جن ٽن اهم شخصيتن کي گرفتار ڪيو ويو انهن ۾ ڄام گل محمد بہ شامل هو. ڄام گل محمد 9 آگسٽ 1984ع تي وفات ڪئي.

**ڄاموٽ، سيد ذوالفقار علي شاهہ**: مٽياري جو مشهور سياسي ۽ سماجي اڳواڻ ۽ حضرت پير سائين پاڳاري شاهہ مردان شاهہ ثاني جو تمام قريبي دوست ۽ ساٿي، سيد ذوالفقار علي شاهہ ولد سردار محمد علي شاهہ ڄاموٽ 15 اپريل 1941ع تي مٽياري ۾ ڄائو. پاڻ اعليٰ تعليم يافتہ ۽ سينيٽر بہ رهيو. ڀُٽي دؤر حڪومت ۾ پير صاحب سان ويجهڙائپ سبب مشڪلاتن ۾ بہ پيو. سندس والد سردار محمد علي شاهہ بہ پير صاحب جو ويجهو هو. پاڻ 11 مارچ 2011ع تي وفات ڪيائين ۽ سندس پٽ سيد محمد علي شاهہ ڄاموٽ کي پڳ ٻڌرائي وئي. جنهن جو پهريون ور پير صاحب شاهہ مردان شاهہ ثاني ڇٽ ڌڻي پاڻ ڏنو ۽ موجوده اٺون پاڳارو سيد صبغت الله شاهہ ۽ سنڌ جي سيني درگاهن جا گادي نشين پڻ موجود هئا.

**ڄاموٽ، شفقت حسين شاهہ**: سيد ذوالفقار علي شاهہ ڄاموٽ جو ننڍو ڀاءُ، تمام اعليٰ تعليم يافتہ ۽ زراعت جو ماهر آهي. پاڻ 1977ع ۾ ورجينيايو نيورسٽي آمريڪا مان آءِ. آر (بين الاقوامي تعلقات) ۾ ڊاڪٽريٽ ڪيائين پاڻ صوبائي وزير تعليم ۽ وفاقي وزير زراعت بہ رهيو. پاڳاره خاندان سان هميشہ ويجهڙائي رهي. پير سائين ڇٽ ڌڻي جي وصال بعد، انگريزي اخبار "ڊان" ۾ سندس لکيل ڪالم بي حد مشهور ٿيو.

**جهٽ پٽ**: جيڪب آباد کان اڳتي بلوچستان جي حد ۾ واقع هڪ شهر آهي، جيڪو ضلعي جعفرآباد جي سب ڊويزن بہ آهي. جهٽ پٽ، ڊيره الهيار، اوست محمد جي حَدن ۾ حُر جماعت جي چونڪي پار سان تعلق رکندڙ کوسن فقيرن جي اڪثريت آباد آهي. سڪندري عالمن مان، مولانا مفتي محمد رحيم سڪندري، مولانا منل کوسو، مولانا شعبان کوسو ۽ ٻيا بہ هن علائقي سان تعلق رکن ٿا.

**جهڏو**: ضلعي ميرپورخاص جو مشهور شهر آهي. جهڏي شهر ۽ آسپاس حُر جماعت چونڪي لاڙ ۽ ورياماڻي سنگت جا ڪافي ڳوٺ آباد آهن.

**جهلاوان**: بلوچستان جو هڪ علائقو آهي، جنهن جي اُتر ۾ ساراوان، ڏکڻ ۾ قلات، اولهہ ۾ ڪڇي جا ميداني علائقا ۽ سنڌ، جڏهن تہ اوير ۾ مڪران ۽ خاران جا علائقا اچن ٿا. هنن علائقن جي پُراڻن ڳوٺن ۽ ديهن جا ڪجهہ نالا ۽ آثار پير سائين روضي ڌڻي جي ملفوظات شريف ۾ ملن ٿا، جتي پاڻ سفر دوران شريف فرما ٿيا.

**جهل مگسي**: بلوچستان ۾ مگسي قبيلي جو مرڪز آهي. هن قبيلي جو وڏو امير جعفر خان مگسي پير سائين روضي وارن جو صحبتي هو. ملفوظات شريف ۾ آهي تہ جهل مگسي جي سفر دوران پاڻ پير سائين روضي وارن کان شڪار جو مسئلو پڇيائين. ان کان سواءِ نواب گل محمد زيب مگسي بہ درگاهہ مبارڪ جو عقيدت مند هو.

**جهلوجہ**: سَمن، اُنڙن جو هڪ پاڙو آهي. شهدادپور ويجهو ديهہ جهلوجہ جو ذڪر ملفوظات شريف ۾ملي ٿو. جتي جهلوجن فقيرن جي دعوت تي پاڻ آيا. جهلوجن اُنڙن جو ڳوٺ بچل فقير جهلو جو اڄ بہ واقع آهي.

**جهنگل فقير ڪنيار**: فارسي ملفوظات حضرت روضي ڌڻي ۾، فقير جنگل گلال جو ذڪر موجود آهي، جنهن جي سنڌي ترجمي ۾ جهنگل فقير ڪنيار لکيل آهي. ممڪن آهي اهو نالو "چڱل" هُجي. هيءُ پير سائين روضي ڌڻي جو فقير ۽ جماعت جو وڏو خدمتگار هو. درگاهہ شريف ويندڙ مسافر جماعت جي کاڌ خوراڪ ۽ رهائش جي خدمت دل ۽ جان سان ڪندو هو. جنهن ڪري پاڻ درگاهہ مبارڪ نہ وڃي سگهيو. هڪ ڏينهن پير سائين روضي وارن فرمايو تہ اسان جي جماعت ۾ جيڪڏهن حضرت اويس قرني ڏسڻو هجي تہ چڱل فقير گلال کي وڃي ڏسو. هن درويش جي مزار ميان نور محمد عباسي واري تاريخي قبرستان ۾، شاهپور جهانيان ويجهو واقع آهي.

**جهنگلو** (سُر- راڳ): راڳ جو هڪ قسم آهي سُر جهنگلو سنڌ جي راڳين ۾ خاص حضرت پير صاحب پاڳاره جن جي حُر جماعت جي جماعتي راڳ ۾ مقبول آهي. اصغر سائين جي ڪلام کان ويندي خليفي گُل محمد هالائي ۽ مولوي عبدالقادر فقير عبدي جي ڪلام ۾ بہ "سُر جهنگلو" موجود آهي.

**جُهوڙي جو لَئو**: سانگهڙ کان نوابشاهہ روڊ تي حُرن جو مشهور تاريخي ماڳ آهي. جهوڙو ذات جو پنيرو هو. هن تاريخي ماڳ تي ٻارهن ڀروتين حُرن جي شهادت ٿي.

**جهول**: ضلعي سانگهڙ، تعلقي سنجهوري جو هڪ مشهور شهر آهي. جهول شهر ۽ ان جي آسپاس سيني ديهن ۾ حر جماعت جا ڪافي ڳوٺ آباد آهن. حُر تحريڪ جي ليکڪن، محققن ۽ اديبن مان الهورايو ٻهڻ اُداسي، معصوم سانگهڙائي ۽ بخشڻ مهراڻوي جو تعلق جهول سان آهي. ڊاڪٽر محمد هاشم خاصخيلي جهول جو رهندڙ آهي.

**جهونگار**: سانگهڙ مان جاري ٿيندڙ مشهور سلسليوار ميگزين "جُهونگار" جو ايڊيٽر اُستاد نظاماڻي آهي. "جهونگار" جي ذريعي حُر تحريڪ ۽ پاڳارا خاندان بابت نئين تحقيق ۽ کوجنا جونا راهُون هموار ٿيون ۽ مُحققن کي تمام گهڻي معلومات مُيسر ٿي. جهونگار جا 2 درجن شمارا شايع ٿي چُڪا آهن، جن ۾ ناميارن مُحققن جا حُر تحريڪ بابت انتهائي ڪارائتا مضمون ۽ مقالا ڇپيل آهن. (هلندڙ)

سڪندري سرگرميون

# 43 سال اڳ لکيل هڪ تاريخي ۽ يادگار تنظيمي مراسلو

از: مولانا قربان علي سڪندري

مولانا فقير قربان علي عباسي سڪندري رحمة الله عليہ "جمعيت علماءِ سڪندريہ پاڪستان" جي هڪ اهم سُتون جي حيثيت رکڻ وارو، فقير صفت عالم، بي لوث، درگاهہ جو سچو مريد، مرشد ڪريم جو عاشق، طريقت جي اصولن ۽ آدابن جو مُبلغ، قلمڪار ۽ هڪ اصلاحي خطيب هيو. ڪهڙا شريف ۽ پنوعاقل ۾ وڏو عرصو ديني ۽ علمي خدمتون سرانجام ڏنائين. خاص طور خانقاهہ شريف پيران پاڳاره جي لٽريچر جي اشاعت ۾ مولوي قربان فقير جي ڀڄ ڊُڪ، ڪاوشن ۽ ڪردار کي جامعہ جماعت ۽ جمعيت جي تاريخ ۾ صدين تائين ياد رکيو ويندو. پاڻ جمعيت جي صدر، ناظم اعليٰ، ناظم نشر و اشاعت ۽ "الراشد" جي ايڊيٽر طور پڻ خدمت ڪيائين. مولوي قربان فقير سڪندري عالمن ۽ فاضلن کي سجاڳي جا سَڏ، روبرو، خط و ڪتابت ۽ اشتهارن وسيلي ڏنا ۽ سندس ڪم ۽ ڪردار هميشہ اُتساهيندڙ رهيو. هتي مولوي قربان فقير عليہ الرحمة جي ميراث مان هڪ تاريخي ۽ يادگار تنظيمي مراسلو پيش ڪجي ٿو جيڪو پاڻ پنهنجي هڪ تنظيمي ساٿي ۽ نامياري سڪندري عالم مولوي الجهڙئي فقير مگريو عليہ الرحمة ڏانهن ١۵ ربيع الاول ١٣٩٩هہ/13 فيبروري 1979ع ۾ ڪهڙا شريف کان لکيو اٿس. اهو مُراسلو 43 سالن گذرڻ باوجود، اڄ بہ سڪندري عالمن ۽ فاضلن لاءِ ساڳي اهميت ۽ حيثيت جو حامل آهي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

وَتَعَاوَنُوۡا عَلَى الۡبِرِّ وَالتَّقۡوٰى. (القرآن)

(نيڪي ۽ تقويٰ جي ڪمن ۾ هڪٻئي جا معاون ۽

بطرف: مولانا الهجڙيو سڪندري

مددگار ٿيو)

يَدُ اللهِ عَلَى الجَمَاعَة (الحديث)

(جماعت جي مٿان هميشہ الله جو هٿ آهي)

**محترم المقام حضرت مولانا الهجڙيو مگريو صاحب**

السلام عليڪم ورحمة الله:

گذارش تہ اوهان صاحبن کي بخوبي علم آهي تہ "جمعيت علماءِ سڪندريہ" ١٣٨٧هہ کان وٺي مسلڪ حقہ اهل سنت و جماعت جي خدمت ۽ دين متين جي تبليغ ۾ سرگرم عمل آهي. جمعيت ٿوري عرصي ۾ محدود وسائل هوندي بہ جيڪي ڪارهاءِ نمايان سرانجام ڏنا آهن اهي اوهان کان پوشيده ڪو نہ آهن. "ملفوظات شريف" حضرت پير سائين روضي ڌڻي عليہ الرحمة ۽ "الراشد شريف" جي طباعت ۽ اشاعت جمعيت جي ڪارنامن ۾ سرفهرست آهن." ان جي باوجود هن تلخ حقيقت جو اعتراف ڪرڻو ئي پوندو تہ اسان جي جمعيت کي جهڙي طرح منظم ٿيڻ گهربو هيو ۽ پنهنجي پروگرام کي جنهن وسعت سان وڌائڻو هيو ان جو عشر عشير بہ ڪو نہ ٿي سگهيو آهي. جمعيت جي سيني معزز اراڪين جي مٿان هڪ جيتري ذميداري عائد ٿئي ٿي تہ سيئي گڏجي جمعيت جي مقدس پروگرام کي ڪماحقہ وسيع ڪرڻ لاءِ حتي الوسع ڪوشش ڪيون. جمعيت جا منتخب خادم "عهديدار" هن عظيم پروگرام کي ڪامياب بنائڻ ۽ ترقي وٺرائڻ لاءِ اوهان جي تعاون جا سخت محتاج آهن. هن ڳالهہ جو نوي پرسنٽ امڪان آهي تہ اوهان صاحبن کي ڪن دوستن جي

روبہ کان شڪايت هجي ليڪن ان جو اهو مقصد ڪونہ آهي تہ هڪ فرد جي شڪايت جي ڪري پوري جمعيت جي وقار کي خيرباد چئي سندس مقدس پروگرام کي نظرانداز ڪري ڇڏجي. موجوده دور تمام نازڪ دور آهي. ملڪ ۾ اسلامي طرز فڪر رائج ڪرڻ جي بهاني بدعقيده گروهہ پنهنجي مخصوص ديني ۽ فڪري طرز مطابق، عوامي اهل سنت جي صحيح جذبات کي غلط طرف وٺي وڃڻ جي ڪوشش ۾ آهي. اهڙي حالت ۾ جمعيت علماءِ سڪندريہ جي اهم ۽ وڏي ذميداري آهي تہ هو عوام اهلسنت جي بروقت علمي ۽ فڪري رهنمائي ڪري تہ جيئن بدعقيده گروهہ جي سرگرمين جي مضر اثرات جو سدباب ڪري سگهجي، جيڪڏهن هن وقت معمولي غفلت ۽ سستي کان ڪم ورتو ويو تہ پاڪستان جي تاريخ جو هي هڪ عظيم سانحو هوندو ۽ گمراهہ طبقا هن ملڪ ۾ اقليت جي باوجود مسلط ٿي ويندا. لهذا ان سلسلي ۾ اوهان صاحبن سان رابطي قائم رکڻ لاءِ هڪ رابطہ مهم تجويز ڪئي وئي آهي. ان جي صورت هي آهي تہ اوهان صاحبن جي خدمت ۾ هڪ سوالنامو موڪلجي ٿو، جنهن جو تفصيلي جواب اسان ڏانهن جلد روانہ فرمائيندا.

(1) جمعيت علماءِ جي ترقي واسطي آسان تجويزون اوهانجي ذهن ۾ ڪهڙيون آهن؟

(2) درگاهہ مبارڪ جي لٽريچر ۽ "الراشد" کي وسيع پيماني تي شايع ڪرڻ لاءِ ڪهڙا اپاءَ ورتا وڃن؟ ۽ ان لاءِ اوهان پڻ ڪهڙو ۽ ڪيترو تعاون فرمائيندا؟

(3) جمعيت جي معزز اراڪين ڏانهن تنظيمي چندو رهيل آهي ۽ هو صاحب دانستہ ان جي ادائگي ۾ ڪوتاهي ڪري رهيا آهن، انهن کان چندو ڪيئن وصول ڪجي؟

(4) اوهان کي جمعيت يا عُهديدارن جي ڪم مان ڪي شڪايتون هجن تہ انهن جي وضاحت ڪندا؟

(5) جمعيت جي نظم ۽ ضبط کي برقرار رکڻ لاءِ تاديبي ڪارروايون ضروري آهن، انهن جو طريقو ڪهڙو هجڻ گهرجي؟

(6) سابقہ طريقہ انتخاب تي گهڻن دوستن ناپسندگي ڏيکاري آهي، ان جو متبادل طريقو ڪهڙو هجڻ گهرجي؟

(7) جمعيت جي سابقہ ڪارڪردگي کي اڪثر احباب ڪالعدم تصور ڪندي پڇندا آهن تہ جمعيت اڄ تائين ڇا ڪيو آهي؟ ان لاءِ اوهان ٻڌايو تہ جمعيت کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ۽ هاڻي ڇا ڪري؟

(8) اوهان پنهنجي علائقي ۾ جمعيت جي پروگرام هيٺ ڪهڙيون اصلاحي، فڪري ۽ تبليغي خدمتون سرانجام ڏنيون آهن؟ انهن جي تفصيلي رپورٽ موڪليندا.

(9) جماعت سڳوري ۾ تبليغي ۽ اصلاحي دورن جي سخت ضرورت آهي، انهن کي ڪامياب ڪرائڻ لاءِ ڪي تجويزون ۽ طريقيڪار جيڪو اوهان جي ذهن ۾ هجي. لکي موڪليندا.

(10) جمعيت جي نشر و اشاعت ۽ باقي پروگرامن کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ فنڊ جي اشد ضرورت آهي، لهذا فنڊ جي فراهمي لاءِ ڪي تجويزون؟

(11) اوهان اڄڪلهہ ڪهڙي مصروفيت ۾ آهيو ۽ ڪهڙو علمي، تدريسي يا تحقيقي ڪم ڪري رهيا آهيو؟

نوٽ: پيش ڪيل عرضن جا جواب مندرجہ ذيل ائڊريس تي موڪليندا.

**شعبہ نشر و اشاعت، جمعيت علماء سڪندريہ ـ جامعہ راشديہ، درگاهہ شريف پير جو ڳوٺ ضلع خيرپورميرس**

رجال الاحرار

# سليمان شاهہ لڪياري رحمة الله عليہ

محمد اشرف ڏاهري

حضرت سليمان شاهہ لڪياري بودلو رحمة الله عليہ سنڌ جو مشهور صوفي شاعر ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب ’ڪافيون‘ موجب سيد سليمان شاه لڪياري ساداتن مان هو. موري تعلقي جي پرڻ ڳوٺ ۾ جائو ۽ پوءِ لڏي اچي جعفر وڳڻ جي ڳوٺ ۾ ويٺو ۽ ان بعد پروچ ڏاهري ڳوٺ ۾ رهيو. وڏيءَ همت وارو هر هاري هو ۽ نو لکي واه تي نار چاڙهيندو هو.

فخر العاشقين حضرت پير سائين سيد حزب الله شاه مسڪين متوفي ١٣٠٨ھ عرف تخت ڌڻي قدس سره جو سچو مريد، معتقد، عاشق ۽ حر فقير هو.

ڳوٺ کان درگاه مبارڪ روضي ڌڻي قدس سره تائين پيادل ويندو هو. سليمان شاه عبادت، رياضت، ذڪر فڪر ۽ سخاوت ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ هو. سندس طالبن مان ميانداد فقير لغاري وڏو درويش ٿي گذريو آهي، جنهن جي مزار ڪوٽ مير، تعلقي روهڙيءَ ۾ آهي. خليفو غلام نبي فقير لغاري ، محراب فقير ڏاهري، علي بخش فقير ڏاهري، دودو فقير ڏاهري ۽ ٻيا پڻ سليمان شاه جي ساٿ ۽ صحبت ۾ رهيا. سندس ڪافيون مختلف ڪتابن جي قلمي نسخن ۾ آهن.

سليمان شاهہ لڪياريءَ 10 رجب 1313ھ / 27 ڊسمبر 1895ع تي وفات ڪئي. سندس مزار مرزان ڏاهريءَ جي ڳوٺ ۾ آهي. سندس هڪ ڪافي نموني طور پيش ڪجي ٿي، جيڪا هن پنهنجي مرشد حضرت پير سائين پاڳاري سيد حزب الله شاهہ جي ناراضگي بعد ڪيس راضي ڪرڻ لاءِ چئي هئي. اها ڪافي سنڌ جي ڪيترن ناليوارن ڳائڻن پڻ ڳاتي آهي:

ڪِيئَن رِيجهايان توکي ڪِيئَن پَرچايان
ڏَسِ ڪو ڏان، ڏَسِ ڪو ڏان
1. يا ٿِيان مومِنُ پاڪُ نَمازِي،
جَنهِن ۾ جانِبَ تُون ٿِئين راضِي!
جامو جوڙايان ڪِينَ سِرِڙو نِمايان. ڏَسِ ڪو ڏان، ڏَسِ ڪو ڏان
2. يا ٿِيان هِندُو پُوجان بُتَخاني،
ڪاشِي دُئاري، گَنگا اِشناني،
جَٽِيان پايان ڪِنَ تِلڪَ لَڳايان ؟
ڏَسِ ڪو ڏان، ڏَسِ ڪو ڏان !
3. يا ٿِيان ناچُو پايان پيشِوازِي،
ڊُڪَڙَ، ڏَمچِرَ سازَ آوازِي،
ڦيرَڙِي پايان ڪِينَ چِيرِ چِمڪايان
ڏَسِ ڪو ڏان، ڏَسِ ڪو ڏان
4. آچُ تَہ پيارَلَ ڪَرِيُون پَرچاءُ،
ساڻُ سُليمانَ ڪَرِيُون سَرچاءُ،
لائِقُ ناهِيان پوءِ بِہ تُنهِنجَڙِي آهِيان !
ڪِيئَن رِيجهايان توکي ڪِيئَن پَرچايان ؟
ڏَسِ ڪو ڏان، ڏَسِ ڪو ڏان

سليمان شاهہ لڪياريءَ 10 رجب 1313ھ / 27 ڊسمبر 1895ع تي وفات ڪئي. سندس مزار مرزان ڏاهريءَ جي ڳوٺ ۾ آهي. موروجي پروفيسر شمشاد احمد سومرو سندس ڪلام ڪي سهيڙيو آهي.

## ڪتابن تي تبصرو

**نوٽ: ماهوار ’الراشد‘ ۾ ديني، علمي، روحاني ۽ تاريخي موضوعن تي لکيل ڪتابن تي تبصري ۽ تعارف لاءِ ڪتاب جون ٻه ڪاپيون اداري ڏانهن موڪلڻ ضروري آهن. (ايڊيٽر)**

# (7) انوار علماءِ اهل سنت سندهہ

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | انوار علماءِ اهل سنت سندهہ (اردو) |
| تصنيف: | صاحبزاده پير سيد زين العابدين راشدي |
| ترتيب: | محمد عبدالڪريم قادري رضوي |
| صفحا: | 1088 |
| قيمت: | 500 |
| ناشر: | زاويہ پبلشرز دربار مارڪيٽ لاهور |

حضر امام العارفين پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره جن جي خاندان راشديہ مان صاحبزادي پير سيد زين العابدين شاهہ راشدي صاحب جون عقائد اهلسنت، تاريخ علماء اهلسنت ۽



علم و ادب ۾ شاندار خدمتون آهن. پير زين العابدين راشدي جا ڪافي ڪتاب ۽ رسالا لکيل آهن. جن ۾ سڀ کان اهم ۽ ضخيم اردو ۾ تصنيف، "انوار علماءِ اهلسنت سنڌ" آهي. هي ڪتاب لاجواب سونهاري سنڌ سان تعلق رکندڙ ٽي سؤ کان وڌيڪ نامور عالمن، فاضلن ۽ مشائخن جي سوانح ۽ انهن جي ديني، علمي ۽ ادبي خدمتن جو هڪ شاندار گلدستو آهي. هيءُ ڪتاب الف-ب وار طرز تي جمع ڪيل آهي ۽ سنڌ جي هر هڪ بزرگ ۽ عالم جو احوال انتهائي تحقيقي انداز ۾ ڏنو ويو آهي ۽ قديم دؤر جي سنڌي بزرگن ۽ عالمن کان وٺندي، ماضي قريب جي عالمن ۽ بزرگن جي سوانح ۽ خدمتن بابت هيءُ هڪ شاندار تاريخي دستاويز جو درجو رکندڙ ڪتاب آهي. ڪتاب جي شروع ۾ پروفيسر ڊاڪٽر مسعود احمد ۽ علامہ عبدالحڪيم شرف قادري جا تاثرات آهن. صاحبزاده زين العابدين راشدي هن ڪتاب ذريعي اهو ثابت ڪيو آهي تہ سونهاري سنڌ صدين کان الله وارن بزرگن ۽ صحيح العقيده سُني رباني عالمن ۽ عارفن جو مرڪز رهي آهي. الله پاڪ صاحبزاده کي مزيد ڪم جي همٿ ۽ توفيق عطا فرمائي.

**نوٽ: هن ڪتاب ۾ خانقاهہ عاليہ روضي ڌڻي قدس سره جي تقريباً جُملہ مشائخن جو احوال ۽ جامعہ راشديہ جي نامور اساتذہ ۽ مشهور سڪندري عُلماء جو تذڪرو پڻ موجود آهي.**

# (8) غريق بحرِ عرفان

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | غريق بحرِ عرفان، خليفہ ميان لقمان رحمۃ اللہ عليہ جي سوانح |
| ترتيب: | ڊاڪٽر محمد علي ماڻڪ ميمڻ |
| صفحا: | 160 |
| هديو: | في سبيل الله |
| ڇپائيندڙ: | علي پبليڪيشن ٽنڊو محمد خان |

هيءَ ڪتاب حضرت امام العارفين پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره جي باڪمال خليفي، عارف باالله، غريق بحر عرفان، خليفہ ميان لقمان رحمة الله عليہ جي سوانح، حالات ۽ ملفوظات شريف ۾ سندن روايت ڪيل نقلن جي مجموعي تي مشتمل آهي، جيڪو ٽنڊي محمد خان جي ڊاڪٽر محمد علي ولد حاجي عبدالخالق ميمڻ مرتب ڪيو آهي.




ڊاڪٽر محمد علي ميمڻ جي تحقيق موجب خليفو لقمان فقير، ذات جو ميمڻ ۽ ڪوڪرن جي ديهہ جو وينل هو ۽ پاڻ خليفي صاحب جو اولاد آهن. پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن جي ملوظات شريف ۾ خليفہ محمود فقير رحمة الله عليہ کان پوءِ سڀ کان وڌيڪ روايت ڪيل نقل شريف، حضرت خليفي لقمان فقير رحمة الله عليہ جا آهن. پاڻ پير سائين روضي وارن جو باڪمال خليفو ۽ عابد، زاهد ۽ علم و عرفان جو صاحب هو. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر محمد علي ميمڻ، ملفوظات شريف مان خليفي لقمان فقير جا روايت ڪيل 181 نقل ۽ "خزانتہ المعرفت" مان 33 نقل گڏ ڪيا آهن. هن ڪتاب ۾ ديهہ ڪوڪرن جو احوال ۽ خليفي لقمان جي خدمتگارن مان لاشاري فقيرن بابت معلومات ڏنل آهي.

خليفي لقمان فقير جي مزار مبارڪ، ٽنڊو محمد خان کان 19 ڪلو ميٽر، ڳوٺ ڪوڪر، يوسي ملاڪاتيار، تعلقہ شاهہ ڪريم بلڙي ۾ واقع آهي، جتي پاڻ "پڪي وارو سائين" طور مشهور آهي. خليفي لقمان فقير جي تبرڪات ۾ پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي چادر مبارڪ، پهراڻ، دسترخوان، ڏنڊڻ وغيره پڻ موجود آهن.

خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ٿو ڪري تہ، هڪ ڀيري ظاهري سَبق جي وٺڻ ۾ دير ڪرڻ سبب پير سائين روضي وارا قدس سره صاحبزادي ميان محمد ياسين شاهہ قدس سره تي جوش ڪندي فرمايائون تہ "اولاد جا پيءُ تي چار حق آهن: هڪ نالو چڱو رکڻ، ٻيو علم پڙهائڻ، ٽيون سنت طهر ڪرائڻ ۽ چوٿون شادي ڪرائڻ ۽ اسان اهي چار ئي حق ادا ڪري ڇڏيا آهن."

# (9) معارف خواجہ قاضي احمد

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | معارف خواجہ قاضي احمد |
| تصحيح و تحقيق: | ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو |
| صفحا: | 272 |
| قيمت: | 800 |
| ڇپائيندڙ: | ڊاڪٽر اين اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ ڄامشورو |
| سال: | 2021ع |

هيءُ ڪتاب ”معارف خواجہ قاضي احمد“ يعني مڪتوبات، شوقنامہ ۽ افادات. سنڌ جي مشهور نقشبندي بزرگ، سلطان الاولياءِ خواجہ محمد زمان لواري شريف قدس سره جي مشهور خليفي ۽ بزرگ، حضرت خواجہ قاضي احمد دمائي بن محمد صديق ڪوريجہ رحمة الله عليہ جي مڪتوبات ۽ خواجہ محمد صالح قريشي دمائي جي رسالي ”شوق نامہ“، مولوي




محمد امين لاهوري جي نسخہ تصوف ۽ مخدوم پير محمد ڏيپارجائي جي ”نسخہ تصوف شواهد“ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي تصحيح، تحقيق، مقدمو ۽ تعليقات ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو صاحب لکيا آهن.

مڪتوبات قاضي احمد جو سنڌي ترجمو ناميارِي عالم مولانا حافظ نور احمد جيسر سڪندري فاضل جامعہ راشديہ درگاهہ پيران پاڳاره ڪيو آهي. ”شوق نامہ“ جو سنڌي ترجمو ڊاڪٽر حافظ غلام محمد ڏاهري ڪيو آهي ۽ افادات يعني نسخہ تصوف جو ترجمو حافظ محمد رمضان مهيري ڪيو آهي.

قاضي احمد دمائي رحمة الله عليہ جو ملفوظات روضي ڌڻي ۾ ذڪر موجود آهي. خليفي محمود جي ساڻس ملاقات هئي ۽ قاضي احمد دمائي جي خاندان جو پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي جي خاندان سان علمي تعلق پڻ رهيو آهي.

قاضي احمد دمائي جي ولادت 1117هہ/ 1705ع ۾ ٿي ۽ وڏي ڄمار ۾ 1223هہ/1809ع ۾ پير سائين روضي ڌڻي جي دؤر ۾ وفات ڪيائين ۽ سندس فرزند ميان محمد صالح دمائي سجاده نشين ٿيو جنهن جو ذڪر پير سائين روضي وارن جي مڪتوبات ۾ طالب علم ميان محمد صالح جي نالي سان آهي، پاڻ پير سائين روضي وارن سان علمي ۽ رُوحاني مسئلن ۾ خط و ڪتابت ڪندو هو. ميان محمد صالح بہ حضرت روضي ڌڻي جي دؤر ۾ 1232هہ/1817ع ۾ وصال ڪيو. ميان محمد صالح کي چار پُٽ هُئا، ميان عبدالواحد، ميان نُور الله، ميان محمد يار ۽ ميان عبداللطيف. بهرحال هيءُ ڪتاب ”معارف خواجہ قاضي احمد“ علمي، ادبي ۽ رُوحاني معلومات جو بهترين ذخيرو آهي.

نوٽ: مخدوم پير محمد ڏيپارجن وارو، قاضي احمد دمائي جو خليفو ۽ ويجهو عزيز هو. هو ۽ پير سائين روضي ڌڻي قدس سره، جن جي مڪتوبات شريف ۾ 15 خط مخدوم پير محمد ڏيپارجا واري ڏي لکيل آهن.

سنڌي ٻولي جي پهرين عروضي ۽ صاحب ديوان شاعر

# خليفي گل محمد هالائي جون ڪجهہ ڪافيون

عطا راڄڙ_ اچڙو ٿر

خانقاهہ حضرت روضہ ڌڻي قدس سره جو فيض يافتہ، عارف بالله حضرت خليفو گل محمد رحمت الله عليہ هالن پراڻن جي سانوڻي آخوندن مان وقت جو وڏو عالم فاضل ۽ شاعر هو. پاڻ 1811ء ۾ ڄائو ۽ 1271ھ/1855ء ۾ وفات ڪيائين. حضرت پير صاحب پاڳاري دوم پير سيد علي گوهر شاهہ بنگلي ڌڻي عرف اصغر سائين قدس سره جن جو مريد ۽ باڪمال خليفو هو تہ اصغر بادشاهہ جي ٻاريل عشق جي اوڙاهہ جو پتنگ ۽ پروانو بہ هو پاڻ امام العارفين حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي باڪمال خليفي ؛ عارف بالله خليفي سائين محمود فقير نظاماڻي ڪڙيو گنهور واري رحمت الله عليہ جي صحبت ۾ بہ رهيو ۽ سندس ملفوظات ڪنوز المعرفت مروجہ فارسي ٻولي ۾ لکيائين ، جيڪا توفيق الطالبين طور مشهور آهي. خليفو گل فارسي زبان جو ماهر عالم ۽ انشاپرداز هو پر سنڌي شاعريءَ ۾ پنهنجي غزلن جي ديوان ۽ غزل جي انوکي رنگ جي ڪري وڌيڪ مشهور آهي. پاڻ سنڌي ٻولي ۾ غزلن جو پهريون عروضي صاحب ديوان شاعر آهي. ديوان گل کي پاڻ بمبئي مان شايع ڪرايو هيائين، جيڪو هن وقت ناياب آهي. خليفي گُل جي اصل سڃاڻپ سنڌي غزل ۽ عروضي شاعري جي بادشاهہ واري آهي، پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي سندس ڪجهہ ڪافيون، ڪافين جي مختلف قلمي بياضن ۽ سيد فاضل شاهہ جي ڇپايل ڪافين واري ڪتاب مان مليون. جيڪي هت ڏجن ٿيون اهي ڪافيون خليفي گل جي مهارت، اعلي تخيل جي پرواز ۽ سندس سوز و عشق جي شاهدي ڏين ٿيون. خليفي گل تي پنهنجي مرشد اصغر سائين جي عشق جي آهن ۽ درد فراق سان ٽمٽار ڪافين جو اثر بہ پلي پيت پروڙي سگهجي ٿو. عاشقن جو فخر، پير سائين سيد علي گوهر شاهہ اصغر سائين سنڌي ڪافي جو شهنشاهہ آهي تہ خليفو گل انهي سلطنت عشق جي در جو دربان ۽ اصغر سائين جي پوکيل گلستان محبت جو سدا بهار گلابي گل آهي. اچو تہ خليفي گل جي ڪافين مان روحاني راحت وٺون:


ديوان گل
اسم معلي
تصنيف ڪيل
آخوند مرحوم گل محمد هالائي جو
وري سڌاريل
قاضي عبدالغفور هالائي جو
١٩٥٦-٥٧ع
[illegible]
ڇپائيندڙ-
آر- ايچ- احمد اينڊ برادرس
[illegible] شاهي بازار حيدرآباد (سنڌ)

**سر سسئي:**

دوستن ڪئا ديرا، وڏيءَ ويرا، ڪيچن وڃي ڪيچ ۾

1. ڪيچي ويا ڪيچ ڏي، ساجهرَ سَويرا
2. سسئيءَ ڪنيا اُن جا، پرهہ ڦٽيءَ پيرا
3. هٽي پاڻ پهٽن تي، ٻانيڻ ٿي ٻيرا
4. ڏيرن ڏيکاريس "گل" چوي، سُورن جا سيرا

سر سسئي:
عاجز آهيان اَپار جانب يار، موٽ مٺيءَ تي مون پرين
1. چٽڪي منهنجي چِت ۾، سندي سُور لغار
2. راتو ڏينهان روح ۾، پرين تنهنجي پچار
3. نماڻيءَ جي نِجهُري، پيرو ڪج پتار
4. عيبن پري آهيان، سَتڙ ڪر ستار
5. آهي ايذايو "گل" کي، سندِي صحبتَ خار

سر ملار:
دل سدا مشتاق، سجڻ تيڏي ڪيتي
1. ڏسڻ تنهنجي لئي دائم دل تي، اوڪن ڪِئي اوطاق
2. چاهه تنهنجي چِت ۾ چَٽ پَٽ، چڪيون چڪن تا چاڪ
3. آءُ سجڻ له سارَ سڙيءَ جي، فنا ڪئي جا فراق
4. توريءَ "گل" ڦُل ڪوئر ڪوماڻا، عاشق تيا غمناڪ

سر ڊوليو:
تنهنجي نيڻن جا ڏاڍا ناز ميان
1. قيد ڪيو تنهنجي صورت سانول، رمز گهين ريهي دل
گهڻن غمزن ساڻ غماز ميان،
حسن تنهنجي جا هُل هنگاما، شوقئون شڪار ڪرين قتلامان
جئن جهپي بحري باز ميان
3. عين اوهان جا لڙن لڙايون، جام جنگيون جوڙي هڻن هوايون، ڪُهندي نه ڪرن لحاظ ميان،
دردمندن جي دل دلدارا، پَرڪِين يار سؤ پارا
4. گهائِي دست اوهان جي گاز ميان
عاشق تنهنجو آهيان اداسي، مهر وفا رک سونهن ستاسي، ڏنو ئي مستي منجهه مجاز ميان
5. گدا "گل محمد" دردن داڳيو وِرهه اوهان جي ويتر واڳيو، رکو تنهن ڏِي روح جو راز ميان

سر جهنگلو:
1. ڪاغذ آيا ڪال، ميڏي دلبر دا، خط خوشي دا ڏيکڻ سيتِي، خاطر ٿِئِي خوشحال
2. ڏيکڻ نامي نال سڏ پيس جاني جام جمال
3. اکر هڪ هڪ روز رقعي دا، ڏيوي حالت حال
4. "گل محمد" يار سڄڻ دا هي ڪلَونت قوال

سر جهنگلو:
رنگ لايا يار دي چشمي، رنگ لايا يار دي چشمي
1. زندگي زلفان ڪٽڪ قهر دي، ڦَرول وسدي وسي
2. نازان ناز ڪرشمي ڪر دي، اي سهڻيان دي رسمي
3. نال نظر ٿَئِي عاشق شيدا، مل پَيُوتان پَسمي
4. ايل زيل ڪيتس ڳُل عالم، پورب تائين پَسمي

سر جهنگلو:
1. آوي اساڏڙي پار، آوي اساڏڙي پار
باقي تان وسدي پار
وَس اساڏا ني ديس وسايا
سالين سُڪيان ني ويس وٽايا
چاڪ چمن چوڏاري
2. سهس انگوريان ني وو گُل گلايان
پونئر پُٽڪن وي بلڪل باغان
ڪليا سؤچتر بهار
3. تهڪن تاليان نِي وي ڪانهن ڪناري
قرن بوستان ني وي قل قليار
باغ چنار ڪچنار
4. "گل محمد" دي وچ گُلان دي
ڳالهيان تيڏيان وي ڳاوڻ ڳاندي
رکين ويل گذار

(حوالو: ڪتاب ڪافيون جلد پهريون اصغر سائين جي سلسلي جا شاعر مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو /ديوان گُل 1275هه)

سڪندري سرگرميون ۽ سُجاڳي جو سَفر




# حضرت استاذ العلماءُ جي ٻاراهي شريف ۽ جمعيت جي مرڪزي اجلاس جي رپورٽ

فقير الله ورايو سهتو سڪندري

## (1) ٻاراهو شريف:

درگاهہ شريف حضرت امام العارفين پيرسائين روضي ڌڻي بادشاهہ قدس سرہ العزيز جن جي زير سايہ جامعہ راشديہ درگاهہ شريف ۾ استاد العلماءُ علامہ سائين فقير محمد صالح مهر صاحب عليہ الرحمة جو ساليانو عرس مبارڪ زير صدارت استاد العلماءُ علامہ سائين مفتي دوست علي سڪندري مهتمم وشيخ الحديث والتفسير جامعہ راشديہ درگاهہ شريف ٿيو. تلاوت قرآن مجيد نعت شريف منقبت شريف جامعہ راشديہ جي فاضل نوجوانن شاگردن پڙهيون...منقبت شريف پيش ڪرڻ کان پوءِ عالمن سڳورن تقريرون ڪيون انهن جو خلاصو هي آهي تہ عالمن فرمايو تہ استاد العلماءُ سائين محمد صالح مهر صاحب رحمت الله عليہ جن سچا عاشق رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم هئا سنت و شريعت پاڪ مرشدن ڪريمن جي احڪامات تي عامل ڪامل هئا،استاد سائين رحمة الله عليہ جي زندگي گلاب جي گل وانگر خوشبودار هئي .پاڻ عالم رباني سان گڏ فقيري شخصيت جا مالڪ پڻ هئا. تواضع سندن زندگي جو سينگار هيو... عشق مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جي دولت کي شاگردن۾ عام ڪري انهن کي عشق و محبت جي دولت سان سرشار ڪيائون. مرشدن ڪريمن جي طريقي تي مظبوطي سان قائم رهيا.حر تحريڪ دوران وڏو عاليشان ڪردار ادا ڪيائون. لوڙهن جو سختيون برداشت ڪيون. گاديءَ جي بحالي جي لاءِ پيران پاڳارجي مرشدن بزرگن سان گڏ حر جماعت جي معززين خليفن سان گڏ عالي شان خدمتون پڻ سرانجام ڏنائون.. اعلي حضرت پيرسائين چٽ ڌڻي بادشاهہ قدس سرہ العزيز جن ڪين جامعہ راشديہ درگاهہ شريف جي خدمت جي شرف بخشيو مهتمم مقرر فرمايو.. استاد العلماءُ سائين محمد صالح مهر رحمت الله عليہ جامعہ راشديہ ۾ شاندار طريقي سان اهو فريضو ادا ڪيائون.. جامعہ راشديہ جي تعليمي، سڪيا ذريعي ، وڏي تعداد۾ عالمن کي تعليم و تعلم وتربيت جي زيور سان سينگاري سڪندري عالمن حافظن جي جمعيت تيار فرمائي ويا... جنهن کي جمعيت علماء سڪندريہ پاڪستان چئجي ٿو.سائين محمد صالح مهر صاحب جن جا شاگرد علمي دنيا جا چمڪندڙ ستارا آهن. پاڻ جامعہ راشديہ درگاهہ شريف تي وقت جا ناميارا بزرگ معتبر عالمن کي استادن طور مقرر ڪيائون. جامعہ راشديہ سان گڏ پوري ملڪ ۾ جامعہ راشديہ درگاهہ شريف جي ذيلي برانچن ديني مدرسن مسجدن جو منظم سلسلو جاري ڪرڻ لاءِ اعلي حضرت پيرسائين چٽ ڌڻي بادشاهہ قدس سرہ العزيز جن جي حڪم اجازت۽سرپرستي هيٺ نظام جوڙي برانچن مدرسن کي قائم ڪرايو.. مقررين۾ حضرت علامہ مفتي دوست علي سڪندري مهتمم جامعہ راشديہ.. حضرت مفتي غلام شبير سڪندري، حضرت علامہ مفتي محمد

اسماعيل سڪندري مفتي عنايت الله سڪندري علامه انجنيئر فقير سائين عبد الباسط سڪندري هنڱورو صاحب علامه مولانا محمد يونس مهر سڪندري صدر جمعيت علماءِ سڪندريه پاڪستان علامه مولا بخش سڪندري صاحب راقم الحروف فقير الله ورايو سڪندري شهدادپور ناظم اطلاعات جمعيت علماءِ سڪندريه پاڪستان ۽ ٻيا بزرگ عالم سڳورا شامل آهن خاص مهمانن ۾ حر جماعت جي معزز شخصيت چيف خليفه فقير سائين قادر بخش منگريو صاحب مک چونڪي جيلسمير، محترم سائين فقير استاد احمد صالح مهر صاحب مک چونڪي گمه شريف فقير سائين محترم ومڪرم خليفو فقير محمد اڪرام ڪوسو صاحب مک چونڪي پار، جناب محترم سائين فقير خليفه محمد رحيم هنگورو صاحب، علامه مولانا حافظ اسدالله سڪندري مهر صاحب، فقير جناب حاجي عبدالرحيم هنڱورو صاحب علامه مولانا سائين فقير محمد سڪندري موروجو صاحب لائيبريرين لائيبريري جامعه راشديه درگاهه شريف، فقير جناب منشي عبد الرزاق سانگري صاحب، حافظ سائين ثناء الله سڪندري صاحب حضرت علامه سيد ذوالفقار علي شاه سڪندري صاحب ، جناب فقير سائين ڪمال الدين پرهيار صاحب مفتي سائين علي اڪبر سڪندري يمني صاحب علامه مولانا سائين محمد منير احمد سڪندري يمني صاحب استاد سائين محمد معراج احمد سڪندري قاري غلام علي سڪندري استاد علامه سائين عبد اللطيف سڪندري، مولانا غلام مرتضيٰ سڪندري صاحب علامه قائم الدين سڪندري پيو صاحب فقير عبد اللطيف منگريو صاحب فقير علامه عبدالله ڪوري سڪندري علامه سائين محمد آدم سڪندري صاحب علامه مولانا محمد شعبان سڪندري صاحب مولانا عبدالوهاب شر سڪندري صاحب فقير ظفر علي مهر صاحب، نظامت اسٽيج سيڪريٽريءَ جا فرائض حضرت علامه عبد سبحان سڪندري صاحب مدرس جامعه راشديه درگاهه شريف، مولانا سائين محمد يعقوب پٽو سڪندري لاڙڪاڻو مولانا محمد انور سڪندري صاحب، قاري عبد الفتاح سڪندري صاحب شهدادپور فقير هدايت علي ڪوسو صاحب مولانا شعبان علي سڪندري صاحب آخر ۾ درود وسلام پڙهي ننگر عام ڪرايو ويو اعلي حضرت پيرسائين پاڳارا دامت برڪاتهم العاليه وطن پاڪستان عالم اسلام افواج پاڪستان جي لاءِ خصوصي دعائون گهريون ويون. عرس مبارڪ جو انتظام محترم سائين خليفو فقير احمد صالح مهر صاحب مک چونڪي گمه شريف ۽ سندس برادر صاحب، معاونين خدمت گذار... حر جماعت جامعه راشديه جي معزز استادن ۽ انجمن طلباء سڪندريه مرڪز جامعه راشديه جي شاگردن جامعه راشديه درگاهه شريف پير جو ڳوٺ شريف خير پور ميرس سنڌ پاڪستان... آخر ۾ اعلي حضرت پيرسائين پاڳارا دامت برڪاتهم العاليه وطن پاڪستان عالم اسلام امت مسلمه جي وسيع اتحاد اتفاق عالمي سطح تي متحد ٿيڻ جي لاءِ دعائون گهريون ويون.

(2) **اجلاس**:

حضرت امام العارفين والعاشقين، مجدد العصر پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي بادشاهه قدس سره العزيز جن جي درگاهه شريف تي جمعيت علماءِ سڪندريه پاڪستان جو مرڪزي اجلاس ٿيو.

الله تعالي جل جلالا ارشاد فرمايو آهي ته، ۽ جيڪي ماڻهو اسان جي راهه ۾ ڪوشش ڪن ٿا، اسين ضرور انهن کي پنهنجي راهه ڏيکاريندا اسين، ۽

بيشڪ الله تعاليٰ يقيناً نيڪوڪارن سان گڏ آهي.
(سورة العنڪبوت آيت 69)

ٻئي هنڌ ارشاد آهي تہ: جنهنڪي الله هدايت ڏي ٿو پوءِ اهو هدايت وارو آهي، ۽ جنهنڪي پاڻ گمراه ڪري ٿو پوءِ توهان هرگز ان لاءِ ڪو ولي مرشد نہ لهندا. (سورت الڪهف آيت 17)

شاهہ لطيف فرمائي ٿو:

تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ ڪانهي ويل ويهڻ جي،
متان ٿئي اونداه پير نہ لهين پرينءَ جو

الحمد الله! سجاڳيءَ جو سفر جاري آهي. اعلي حضرت پيرسائين پاڳارا دامت برڪاتهم العاليہ جن جي دعائن شفقتن مهربانين سان اعليٰ حضرت پيرسائين ڇٽ ڌڻي بادشاهہ قدس سرهہ العزيز جن جمعيت علماء سڪندريہ پاڪستان جامعہ راشديہ درگاهہ شريف جي اجرا فرمائڻ۽ استاد العلماءُ علامہ سائين استاد مولانا مولوي محمد صالح مهر صاحب رحمت الله عليہ کي منتظم مهتمم مقرر فرمايو ۽ سڪندري ڪاروان تيار ٿيندي ئي خدمتون شروع ڪيون. مرشدن ڪريمن استادن بزرگن جي زير سايہ جمعيت علماءِ سڪندريہ پاڪستان سرگرم عمل آهي ان شاءالله سعادتن ڪرامتن جو سفر شان و شوڪت سان جاري رهندو هن وقت جامعہ راشديہ درگاهہ شريف جو مهتمم شيخ الحديث والتفسير مفتي فقير دوست علي سڪندري صاحب جن آهن. جمعيت علماءِ سڪندريہ پاڪستان جو منتخب نمائنده مرڪزي عهديدارن ۽ ضلعي صدور ۽ ناظمين اعليٰ حضرات جو مرڪزي اجلاس جامعہ راشديہ درگاهہ شريف پير جو ڳوٺ شريف ۾ زير سرپرستي حضرت علامہ استاد العلماءُ علامہ مفتي سائين فقير دوست علي سڪندري صاحب ۽ زير صدارت مجاهد اهل سنت علامہ مولانا سائين فقير محمد يونس سڪندري مهر صاحب مرڪزي صدر جمعيت علماءِ سڪندريہ پاڪستان جي بتاريخ 6 جون 2022ع بروز سومر ظهر نماز کان پوءِ جامعہ راشديہ جي مرڪزي هال ۾ ٿيو. اجلاس جي ڪاروائي نظامت مرڪزي ناظم اعلي حضرت علامہ مفتي سائين عنايت الله سڪندري صاحب جن هلائي.. پاڻ تلاوت قرآن شريف ء نعت شريف پڙهي اجلاس جي شروعات فرمائي.. مفتي دوست علي سڪندري فرمايو تہ تمام سڪندري بهترين خدمتون سرانجام ڏيئي رهيا آهن اعلي حضرت پيرسائين پاڳارا دامت برڪاتهم العاليہ جن قرآن وسنت مصطفي صلي الله عليہ وسلم جي تعليمات ۽ اصلاحي پيغام کي عام ڪرڻ جي لاءِ مهربانيون فرمايون آهن. اسان کي محنت محبت اخلاص سچائي نيڪ نيتي سان خدمتون سرانجام ڏيڻيون آهن . تمام سڪندري ساٿين کي پاڻ ۾ محبتن کي فروغ ڏيڻ گهرجي. مدرسن ۾ تعليم و تربيت بهتر اندازِ ڪرڻ طرف خاص توجہ جي ضرورت آهي. سڪندري سني اصلاحي پروگرام بہ وڏ کان وڏ ڪرڻ گهرجن... ان موقعي تي مرڪزي صدر حضرت علامہ مولانا سائين محمد يونس سڪندري مهر صاحب صدر جمعيت علماءِ سڪندريہ پاڪستان جن فرمايو تہ اسان سڪندري وڏا خوش نصيب آهيون ۽ اعلي حضرت پيرسائين پاڳارا دامت برڪاتهم العاليہ جن جي شفقت جو هٿ مبارڪ اسان جي مٿان آهي سڪندرين جا سرواڻ روحاني رهبر سرپرست اعليٰ، اعليٰ حضرت پيرسائين پاڳارا دامت برڪاتهم العاليہ جن پاڻ آهن جيڪا عظيم سعادت آهي. سڪندري سني اصلاحي پروگرام تحت نيڪي جي دعوت عام ڪرڻ فرمايو وقت جي رفتار سان گڏ هلڻ گهرجي درگاهہ شريف حضرات پيران پاڳارا جي تعليمات ملفوظات شريف کي عام ڪرڻ فرمايو. ان موقعي تي اجلاس ۾ جن عالمن سڳورن خيالات جو اظهار فرمايو،

انهن جو خلاصو هي آهي تہ جمعيت علماءِ سڪندريہ جا معزز علماءِ ڪرام قرآن وسنت مصطفي صلي الله عليہ وسلم حديث شريف تصوف ملفوظات شريف حضرت پيرسائين روضي ڌڻي بادشاھ قدس سره العزيز پيران پاڳارا بزرگن جي ديني خدمتن جي پيغام کي عام ڪرڻ جي لاءِ سڪندري سني اصلاحي پروگرام تحت خدمتن کي جاري رکڻ تي اتفاق ڪيو ويو. آئنده منظم مربوط طريقي سان خدمتون جاري رکڻ جو عهد ڪيو ويو. تعليم ۽ تربيت جا حلقا قائم ڪيا ويندا.. ڳوٺ ڳوٺ ۾ محفل ڪرڻ کان پوءِ هر جاءِ تي نوجوانن جي هڪ ديني اصلاحي ڪاميٽيءَ بہ جوڙي ويجي.. قادري طريقي مطابق بہ وقت ذڪر مبارڪ پنج وقت نماز جي پابندي پاڻ۾ اتحاد اتفاق حر جماعت اهل سنت و جماعت درود وسلام پڙهڻ وارن جي خدمت ضروري آهي.. چار يار خلفاء راشدين پنج تن پاڪ غوث الاعظم پيران پير دستگير رضي الله عنہ پيران پاڳارا بزرگن جي محبتن واري تعليم سکيا عام ڪرڻ گھرجي. الراشد رسالي کي منظم انداز ۾ عوام اهل سُنت ۽ حر جماعت تائين پهچائڻ گھرجي. مسجدن ۾ روزانو درس قرآن وحديث شريف و ملفوظات شريف جا انتظام ڪرڻ گھرجن.. حر جماعت جي ڳوٺن ۾ گھرن ۾ تربيتي ذڪر الاهي جا حلقي وار اهتمام ڪرڻ گھرجن. ان کان علاوه اهم تنظيمي فيصلا ڪيا ويا. اجلاس ۾ جن عالمن سڳورن اظهار خيال ڪيو انهن ۾ علامہ سائين مفتي محمد اسماعيل سڪندري ميمڻ صاحب، فقير الله ورايو سڪندري شهدادپور ناظم اطلاعات جمعيت علماءِ سڪندريہ پاڪستان. و خادم سڪندري سني اصلاحي پروگرام پاڪستان. علامہ مولانا سائين مولا بخش سڪندري مهر صاحب ضلعي گھوٽڪي جو صدر. علامہ مفتي قائم الدين سڪندري پيو صاحب صدر جمعيت علماءِ سڪندريہ شڪارپور، علامہ مولانا نذير احمد سڪندري صدر جمعيت علماءِ سڪندريہ سکر، حضرت علامہ انجنيئر فقير سائين عبد الباسط سڪندري هنڱورو صاحب صدر جمعيت علماءِ سڪندريہ ضلعو سانگھڙ، پروفيسر علامہ غلام مرتضيٰ سڪندري صاحب صدر جمعيت علماءِ سڪندريہ ضلعو حيدرآباد، علامہ سيد ذوالفقار علي سڪندري ناظم اعلي جمعيت علماءِ سڪندريہ ضلعو مٺي ٿرپارڪر، حضرت علامہ مولانا فقير سائين عبدالله سڪندري صدر جمعيت علماءِ سڪندريہ ضلعو بدين . حضرت علامہ مولانا محمد رحيم سڪندري رحيم يار خان پنجاب مولانا اظهر دين سڪندري، علامہ مولانا سائين اسد الله سڪندري عباسي صاحب صدر جمعيت علماءِ سڪندريہ ضلعو خيرپورميرس، علامہ مولانا فقير سائين محمد آدم سڪندري چاچڙ صاحب سابق ناظم اعلي جمعيت علماءِ سڪندريہ پاڪستان، حضرت علامہ مولانا سائين عبد الوهاب سڪندري شر صاحب پڪا چانگ تعلقو فيض گنج خير پور ميرس، علامہ مولانا سائين شعبان علي سڪندري کوسو صاحب بلوچستان علامہ مولانا سائين محمد اسماعيل سڪندري بروهي صاحب بلوچستان ، حضرت علامہ سائين شير محمد سڪندري شاهاڻي گھوٽڪي،مولانا علامہ سائين عبد سبحان سڪندري منگريو صاحب مدرس جامعہ راشديہ درگاھ شريف، حضرت مولانا سائين سيد غلام مرتضي سڪندري صدر جمعيت علماءِ سڪندريہ ضلعو شهدادڪوٽ ،علامہ مير محمد سڪندري لغاري صاحب ڪنب خير پور ميرس، مولانا سائين مٺل سڪندري کوسو صاحب فقير هدايت الله کوسو صاحب پنگريو بدين،مولانا محمد رفيق سڪندري صاحب، مرڪزي دفتر جامعہ راشديہ درگاھ شريف،حضرت مولانا سائين انور علي سڪندري گمبٽ شريف، مولانا مٺل سڪندري مهر

صاحب، مولانا شفيق احمد سڪندري صاحب صوفي تلوپانڌو خير پور ميرس، مولانا عبد الوهاب سڪندري شر صاحب، مولانا فياض احمد سڪندري مهر صاحب ڏهرڪي، مولانا عرفان علي سڪندري مهر صاحب، مولانا عبدالله جان سڪندري صاحب ۽ ٻين حصو ورتو. اهم تنظيمي مشورا نوٽ ڪيا ويا. مجلس انتظاميہ انهن جي مٿان غور وفڪر ڪري انهن مان قابل عمل مشورن تي عمل ڪيو ويندو.. خصوصاً جديد دؤر جي اهم اشو يعني سوشل ميڊيا انٽرنيٽ فيس بڪ واٽس ايپ ميسجر ٽئيٽر وغيره بابت پاليسي هي آهي تہ ڪوبہ ساٿي، ڪنهن بہ ساٿي معزز رڪن بابت سوشل ميڊيا تي مخالفت ۾يا ڪوبہ اڻ وڻندڙ مواد نشر نہ ڪندو. ڪنهن جي دل آزاري بابت ڪجھ بہ شڪايت وغيره جي صورت ۾ سوشل ميڊيا تي نہ لکندو هر هڪ معزز سڪندري عالم حافظ سڳورو پنهنجي تنظيمي ڪنيل حلف کي هرحال۾ نظر ۾ رکي ۽ تمام سڪندري ان سوشل ميڊيا ضابط اخلاق تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ فرمائيندا. اگر ڪنهن کي ڪابہ دشواري مسئلو درپيش هجي تہ دستوري طريقي مطابق جامعہ راشديہ درگاه شريف جي مهتمم وشيخ الحديث مفتي دوست علي سڪندري صاحب ۽ جمعيت علماء سڪندريہ پاڪستان جي مرڪزي صدر ۽ ناظم اعلىٰ ۽ پنهنجي ضلعي صدر وغيره وٽ پنهنجو مسئلو پيش ڪري سگهجي ٿو. اجلاس ۾ "الراشد" جي نئين ۽ شاندار ترتيب ۽ پيشڪش جي تعريف پڻ ڪئي وئي.

آخر۾ درود وسلام بعد اعلي حضرت پيرسائين پاڳارا دامت برڪاتهم العاليہ وطن پاڪستان، عالم اسلام ۽ افواج پاڪستان جي لاءِ خصوصي دعائون گهريون ويون.




جمعيت علماءِ سڪندريہ جا بہ سينئر عالم دين، حضرت مولانا عبدالعليم اُچڻ سڪندري، ڪوٽ لالُو ۽ حضرت مولانا حبيب الله جمالي سڪندري (ڳوٺ ميوو جمالي، نزد سرهاري) هن فاني جهان کي الوداع ڪري ويا. الله پاڪ سندن بخشش فرمائي ۽ پونئرن کي صبر جميل جي توفيق عطا فرمائي. آمين. جامعہ راشديہ ۽ ان جي برانچن ۾ ٻنهي سڪندري عالمن لاءِ فاتح خواني ڪئي وئي.

# ٽي شيون

حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو: ٽي شيون ڇوٽڪارو ڏيارڻ واريون آهن: ظاهر ۽ باطن ۾ الله کان ڊڄڻ، اميري ۽ غريبي ۾ وچٿرو روَيو رکڻ، خوشي ۽ ڪاوڙ ۾ عدل ۽ انصاف کي نہ ڇڏڻ.

ٽي شيون هلاڪت ۽ نقصان واريون آهن:
حد درجي جو بغض ۽ ساڙ رکڻ، نفساني خواهشن جي پيروي ڪرڻ، پاڻ کي ٻين کان مٿاهون سمجهڻ.

ٽي شيون دَرجن جي بلندي جو باعث آهن:
هڪ ٻئي کي سلام ڪرڻ، بکايل کي ماني کارائڻ ۽ اڌ رات بعد عبادت ڪرڻ.

ٽي شيون گُناهن کي مٽائيندڙ آهن:
سياري ۾ ڪامل وضو، نماز باجماعت لاءِ مسجد ڏي پنڌ ڪرڻ ۽ هڪ نماز بعد ٻي نماز جو انتظار ڪرڻ.

(موڪليندڙ: حافظ عيدل سميجو_ٿر)

# حــق جـــي تـــلاش

فقير مظهر الحق وڪيو_ اسلام ڪوٽ

پروفيسر ٽي ڊبليو آرنلڊ پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب پرچنگ آف اسلام( Preaching of Islam) ۾ هڪ پادري جو دلچسپ قصو ذڪر ڪيو آهي. جن يهودي ۽ عيسائي ماڻهن مبلغن جي ڪوشش ڪانسواءِ پنهنجو پاڻ اسلام قبول ڪيو ان مان سڀ کان زياده عجيب ۽ مفصل حال هڪ پادري جو آهي جيڪو مناظري جي هڪ ڪتاب "هديتہ الاريب في الرد علي اهل الصليب" ۾ ذڪر ٿيل آهي هي ڪتاب ان پادري مسلمان ٿيڻ ڪانپوءِ ١۴۴٠ع ۾ مسيحي مذهب جي رد ۽ اسلام جي حمايت ۾ لکيو هو هن پادري پنهنجو اسلامي نالو عبدالله بن عبدالله لکيو آهي.

ڪتاب جي مهاڳ ۾ پنهنجو احوال لکيو اٿس جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهو ميورقا Majorca ۾ هڪ آسودي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هو. هن کي والدين پادري بڻائڻ گهريو ٿي، ڇهن سالن جي عمر ۾ کيس انجيل پڙهڻ لاءِ گرجا موڪليو ويو ۽ هن انجا ڪيترائي حصا زباني ياد ڪيا ان ڪانپوءِ قطلونيا صوبي جي لارده يونيورسٽي موڪليو ويو. هي لکي ٿو تہ مان هڪ ڪراڙي پادري جي گهر ۾ رهندو هئس جنهن جو نالو نڪولس مارنل هو. ماڻهو سندس ڏاڍي عزت ڪندا هئا.

پنهنجي علم ۽ فضل جي ڪري بولونيا ۾ کيس وڏو رتبو حاصل هو. اهو زهد ۽ پرهيزگاري ۾ يگانو عالم هو سڄي ملڪ مان بادشاهہ ۽ عام ماڻهو وٽس مشڪل ۽ منجهيل معاملا حل ڪرائڻ ايندا هئا. هن ڪان مان مسيحي مذهب جا خاص اصول ۽ علم سکيا.

مان هن جي ڊگهي عرصي تائين خدمت ڪندو رهيس ايتري قدر جو هن مون کي پنهنجو خاص خليفو بنائي ڇڏيو سڄي گهر مال متاع جون ڪنجيون منهنجي حوالي ڪري ڇڏيون. مان ڏهہ سال سندس خدمت ۾ رهي علم حاصل ڪيو. اتفاق سان هڪڙي ڏينهن اسان جو استاد نڪولس مارنل بيمار ٿي پيو ۽ سبق پڙهائڻ لاءِ درسگاهہ اچي نہ سگهيو اسان جيڪي طالب العلم هئاسين پاڻ ۾ علمي بحث ڪرڻ لڳاسين. بحث ڪندي خدا جي ان ڪلام جو ذڪري ڇڙي ويو جو ان جي پيغمبر عيسي عليہ السلام جي زبان مان نڪتو هو تہ مون کان بعد هڪ نبي ايندو جنهن جو نالو فارقليط هوندو دير تائين هن موضوع تي گرما گرم بحث مباحثو هليو مگر حتمي فيصلو نہ ٿي سگهيو.

جڏهن مان گهر آيس تہ استاد مون کا پڇيو اڄ ڪهڙو موضوع هو. مان کيس ٻڌايو تہ لفظ فارقليط تي بحث ٿيو پر اسان ڪنهن هڪ ڳالہ تي متفق ٿي نہ سگهياسين. مون کان پڇيائين تہ تو ڪهڙي راءِ ڏني ؟ مون چيو فلاڻي عالم سڳوري انجيل جي تفسير ۾ جيڪي ڪجھ لکيو آهي مان اهو پيش ڪيو. اهو ٻڌي استاد چوڻ لڳو تون حق ڳالہ جي تمام ويجهو آهين پر تنهن هوندي بہ اهو گهڻو پري آهي توهان مان ڪو بہ هن نالي جي حقيقي معني کي ڪين پهتو آهي هن مقدس نالي جو تفسير انهن عالمن ڪانسواءِ ڪوبہ نٿو ڄاڻي. جيڪي راسخ العلم هجن پر توهان مان

هڪڙي به طالب العلم علم جي ميدان ۾ ايتري ترقي ناهي ڪئي.

استاد جون اهي ڳالهيون ٻڌي مان سندس پيرن تي ڪري پيس هن جي پيرن کي چمي ڏنم ۽ عرض ڪيم ته اي منهنجا آقا توهان کي خبر آهي ته مان توهان وٽ هڪ ڏورانهين ملڪ مان آيو آهيان ۽ ڏهن سالن تائين توهان جي خدمت ڪئي اٿم توهان کان اهڙ علمي نسخا سکيا اٿم جو بيان ڪرڻ کان مٿي آهن هاڻي ان مبارڪ نالي جو تفسير بيان ڪري مون تي پنهنجي احسانن جي تڪميل فرمايو. اهو ٻڌي منهنجو پوڙهو استاد روئڻ لڳو ۽ چيائين ته `اي منهنجا پٽ بيشڪ تون مونکي ڏاڍو پيارو آهين تو منهنجي تمام گهڻي خدمت ڪئي آهي ۽ واقعي هن مقدس نالي ۾ تمام گهڻو فائدو آهي پر مونکي ڊپ آهي ته جيڪڏهن مان توکي هن نالي جي معني ٻڌائيندس ته عيسائي توکي تڏي تي ئي افٽ ماري ڇڏيندا. اهو ٻڌي مان چيو `مونکي قسم آهي خدا پاڪ جو ۽ حضرت عيسي عليه السلام جو ته مان توهان جو هي راز توهان جي اجازت کانسواءِ ڪنهن کي نه ٻڌائيندس. تنهن تي استاد وراڻيو ته `اي پٽ، جڏهن تون پهريون پيرو مون وٽ آيو هئين ته مان توکان پڇيو ته تنهنجو ڳوٺ ڪٿي آهي ؟ چو ته مان معلوم ڪرڻ پيو گهران ته توکي اسلام کان ڪيتري نفرت آهي. اي پٽ توکي هي خبر هئڻ گهرجي ته اهو فارقليط مسلمانن جي پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي نالن مبارڪن مان هڪ نالو آهي جنهن تي اهو چوٿون ڪتاب نازل ٿيو آهي جنهن جو اعلان دانيال نبي ڪيو هو پيغمبر اسلام جو دين ئي سچو ۽ بر حق آهي. ان جو مذهب ئي پُرنور ۽ سچو مذهب آهي جنهن جو ذڪر انجيل ۾ آيو آهي.

## حضرت علي ڪرم الله وجهه کان سوال

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته ”آئون علم جو شهر آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي.“

حضرت علي سائين وڏي علم، سمجهه ۽ ڏاهپ وارو هو. حضرت علي سائين فرمائيندو هو ته، مون کان جيڪو سوال پڇو ته آئون جواب ڏيان.

پاڻ فرمائيندا هئا ته جنهن به ماڻهو زبان تي قابو رکيو اهو ڪامياب آهي، ڇو ته تلوارن جا ڦٽ ڀري ويندا آهن پر زبان جا ڏنل زخم ۽ گهاءُ ڪڏهن به ناهن ڀربا. هڪ دفعي حضرت علي المرتضيٰ کان سوال ڪيو ويو ته آسمان کان به ڳري شيءِ ڪهڙي آهي؟ پاڻ فرمايائين ته ڪنهن تي ڪوڙو بُهتان مڙهڻ آسمان کان به ڳرو آهي.

ٻيو سوال ته زمين کان به وڌيڪ ڪُشادي شيءِ ڪهڙي آهي؟ پاڻ فرمايائين ته حق ۽ صداقت جي ڪشادگي زمين کان به وڌيڪ به آهي.

ٽيون سوال ته ڪهڙي شيءِ سمنڊ کان وڌيڪ سرمايه دار ۽ گهري آهي؟ پاڻ فرمايائين، قناعت پسند شخص جي دل سمنڊ کان به امير ۽ گهري آهي.

چوٿون سوال ته ڪهڙي شيءِ پٿر کان وڌيڪ سخت آهي؟ پاڻ فرمايائين: منافق جي دل پٿر کان وڌيڪ سخت آهي.

پنجون سوال ته ڪهڙي شيءِ باهه کان وڌيڪ گرم آهي؟ فرمايائين: بي انصاف ۽ ظالم حڪمران جو عَمل، ماڻهن کي باهه کان وڌيڪ ساڙيندڙ آهي.

ڇهون سوال ته ڪهڙي شيءِ زمهرير کان وڌيڪ ٿڌي آهي؟ فرمايائين ته ڪنهن ڪميڻي ۽ خسيس کان ڪو سوال ڪرڻ“ ٿڌي هوا مان گرمي جي اميد رکڻ وانگر آهي.

ستون سوال ته ڪهڙي شيءِ زهر کان به ڪڙي آهي؟ پاڻ فرمايائون ته ڪنهن مظلوم جو صبر ۽ خاموشي

(**عبدالقادر نظاماڻي_سانگهڙ**)

تاريخي ماڳ

# 'درسگاه سِريواري' - جتي ڀٽائي صاحب ٽي راتيون ٽِڪيو

استاد لغاري

ڀٽائي صاحب جا پنڌ ۽ پيچرا پَيدل هلي پَسبا، ته اسان جي آڏو هڪ اهڙو ماڳ به ايندو، جنهن کي تاريخ ۾ 'سِريواريءَ' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. تعلقي سانگهڙ ۾، ٽنڊي مٺا خان روڊ سان، سانگهڙ کان 40 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، سِريواريءَ وارو ماڳ موجود آهي. هن ماڳ تي سن 1100 هجريءَ ڌاري 'ميان مُحسن ڪيريي' هڪ ديني درسگاه جو بنياد رکيو. جنهن کي اڳتي هلي، سندس پڙ پوٽي 'ميان تاج محمد ڪيريي رحه' پنهنجي عالمانه صلاحيتن سان عروج تي پهچايو.

ڀٽائي صاحب سانگهڙ واري علائقي ڏانهن، سَير و سفر جي سلسلي سان جو آيو ته سڀ کان اول چوٽياريءَ ۾، وقت جي وڏي عالم 'ميان محمد مبين ڪيريي رحه' جن جي صحبت ۾ وينو ۽ ماني به گڏجي کاڌائين. موڪلائڻ مهل کيس ميين صاحب چيو "ڀٽائي سائين! جُهڙ ڦُڙ آهي، ترسي پئو." ته ڀٽائي رحه فرمايو "رِداءِ جا رَضا جِي، سا اوڇڻ آديسِين." يعني 'جيڪي آديسي هوندا آهن، انهن جي مٿان مالڪ جي مرضي (توڪل) واري چادر تاڻيل هوندي آهي.' ايئن چئي پاڻ ڪنيري (تعلقي کپري) ويو. جتان جلدي واپسي اختيار ڪري، سڌو سريواري پهتو. درسگاه سريواريءَ جي اندر، تِلڪ لڳائي، جٽيا پائي، جوڳين ۽ سامين وارو ويڙهو ويس اختيار ڪري، داخل ٿي ويهي رهيو. طالبِ علمن کيس غير مسلم سيلاني سمجهي، ٻاهر نڪري وڃڻ لاءِ زور ڀريو. پر پاڻ مُرڪي وينو رهيو. تان جو مدرسي جي مهتمم 'ميان تاج محمد' کي اهڙو اطلاع ڏنو ويو. چون ٿا ته ميان تاج محمد ڪيريو رحه جو آيو ته اُن علمي بصيرت وسيلي ڀٽائي رحه کي سڃاتو ۽ هيٺيون بيت ڏنو

ڪُوڙو ٿُون ڪُفر سِين، ڪافرُ م ڪوٺاءِ،
هِندُو هَڏِ نه آهِيين، جَٽيو تو نه جُڳاءِ،
تِلڪُ تَنِي کي لاءِ، سَچا جي شِرڪَ سِين.

وراڻيءَ ۾ ڀٽائي صاحب به بيت ڏنا. هڪ هن ريت ڏنائين:

ڪافرُ ٿيءُ ته اُبهين، بابَ شَرع جا ڇَڏِ،
مَنُ مُشرڪَن گَڏِ، ته ويجهو ٿِيين وِصالَ کي.

۽ ٻيو هن ريت ڏنائين:

آذَرُ ٿيءُ ته اُبهين، ڳَنا جِنَن ڪافر،
ته سَندي ڏِينهَن حَشرَ، ويجهو ٿِيين وِصالَ کي.

پوءِ ميان تاج محمد ڪيريو رحه ۽ ڀٽائي صاحب پاڻ ۾ ڀاڪر پائي مليا ۽ حال احوال اوريائون. واضح هجي ته مٿيان بيت شاه جي رسالي ۾، سُر 'ڪلياڻ' ۽ 'آسا' ۾ موجود آهن.

درسگاه سريواريءَ جو درجو ان وقت چوٽياري، مٽياري، ترڳٽ، ولهار، کُهڙا ۽ سيوهڻ وارين جڳ مشهور علمي درسگاهن جي برابر هوندو هيو. هن درسگاه جو باقي بچيل حصو ۽ آثار اڄ به سِريواريءَ ۾، 'ڳُجهڙي' ٻيلي جي اندر بيٺل آهي. درسگاه سِريواريءَ وارو ماڳ، وقت جي وڏن مَؤرخن کان الاءِ ڪيئن وسري ويو؟ هي ماڳ هن وقت سرڪاري ۽ سماجي بي حسيءَ واري ڏکوئيندڙ رويي سببان، پڇاڙڪا پساه پورا ڪري رهيو آهي.

درسگاه سريواريءَ ۾ قيام دوران، ڀٽائي صاحب ڪيريا بزرگن کان معلوم ڪيو ته، "هن

